چپائيندڙ جا حق ۽ واسطا قائم

# آفتاب عشق

مصنف :- دادن فقير

مرتب :- سردار الطاف حسين لاکير

چپائيندڙ :- سلطان فقير سولنگي


ڪاپيون هڪ هزار

قيمت :- 30 روپيه

ڇاپو :- پهريون

سال ١٩٨٩ع

هيءُ ڪتاب توفيق آرٽ پرنٽنگ دادو پريس مان ڇپائي سلطان فقير سولنگي شهر راڌڻ اسٽيشن مان پڌرو ڪيو.



عزيب شاعر جي ڪتاب جي ڇپائيءَ ۾ مدد ڪندڙ مهربان

جناب مير مُحمَّد پرهياڙ. ڊپٽي ڪمشنر دادو



جناب نظر محمد ڪلهوڙو

اڳوڻو ايس ڊي ايم ميهڙ



خدا ڪري اُهين هر مفلس ۽ غريب شاعر جو
ڪلام ڪتابي صورت اختيار ڪري.
نادر علي سومرو



گل حسن جالوري
نمائنده
هلال پاڪستان



ميهڙ تعلقي جو سنڌ ۾
روشن خيال صحافي
عبدالستار ميرائي



دادن فقير جي ڪلام کان متاثر ٿي

يوسف جي خريدارن ۾ نالو لکرائڻ جي ڪوشش

ڪئي اٿم.

ذاڪر حسين راڏڻ



۽ نومبر ١٩٨٥ع تي منعقد ڪيل ”دادن فقير سيمينار“
جي موقعي تي سامعين ۽ چيئرمن ٽائون ڪاميٽي راڌڻ
جناب محمد ابراهيم خانزاده، آر ڊي ايف جو نمائندو
علي انور منگي ۽ ٻيا نظر اچي رهيا آهن.



ٻهرين راڄا محمد زمان ڪرڪيٽ ٽورنامينٽ جي موقعي تي خاص مهمان مختيارڪار ميهڙ ارباب علي دنماري ۽ اعزازي مهمان ڳوٺ سڌار سنگت جو صدر ذاڪر حسين راڏڻ. جڏهن ته ايڪٽنگ چيئرمن ٽائون ڪاميٽي مولابخش بروهي، سيٺ ڏرمداس ۽ ٽورنامينٽ سيڪريٽري هيرانند پڻ نظر اچي رهيا آهن.



دادن فقير سيمينار جي موقعي تي محفل جو صدر
۽ مرڪزي چيئرمن سنڌ ڳوٺ سڌار سنگت جناب
خان محمد پنهور، خاص مهمان جناب احمدشاهه استاد
بخاري، ڳوٺ سڌار سنگت راڌڻ جو صدر ذاڪر حسين
راڌڻ ۽ جنرل سيڪريٽري مهيش ڪمار چنچراڻي.



ذاڪر حسين راڏڻ، سيد جلال الدين شاه ۽ پير رياض علي قريشي هڪ پريس ڪانفرنس دوران

تاريخ ٢٩-٨-١٩٨٩

# تعاون

جناب مير محمد بروهاڙ — ڊپٽي ڪمشنر دادو

جناب اشفاق احمد مومڻ — اڳوڻو ڊپٽي ڪمشنر دادو

جناب نظر محمد ڪلهوڙو — اڳوڻو اسسٽنٽ ڪمشنر دادو.

جناب محمد ابراهيم خانزادو — اڳوڻو چيئرمن ٽائون ڪاميٽي راڌڻ

جناب سيٺ ترمداس — ڪائونسلر

جناب سائين حاڪم علي کورڙ — استاد

جناب سردار منظور علي جانوري — چيئرمن ٽائون ڪاميٽي

جناب سيٺ محمد سومر جوکيو — سماجي ڪارڪن

جناب خان محمد پنهور — مرڪزي چيئرمن سنڌ ڳوٺ سڌار سنگت

جناب نادر علي سومرو — جوائنٽ سيڪريٽري ڳوٺ سڌار سنگت راڌڻ ولهج

## دادن فقير جي ادبي خدمت ۽

## سوانح عمري

دنيا جو هر ملڪ پنهنجي مختلف روايتي تهذيب ۽ تمدن سان مالا مال آهي، انهن ۾ اسان جي سنڌ سدوري به اهڙن لافاني ۽ غير معمولي ورثن ۾ هميشه شاد و باد رهي آهي. جنهن به سطح تي انساني نگاهه پهچي ٿي ته اتي تاريخ جو ڪو نه ڪو عظيم شاهڪار چمڪندي نظر اچي ٿو.

سنڌو ڌرتي هڪ پاسي پنهنجا تاريخي يادگار ڇڏيا آهن ته ٻئي پاسي ڪيترن بهادر انسانن کي به جنم ڏنو آهي. جنهن دودي، دولهه هوشو هيمو مخدوم بلاول کي پيدا ڪيو اتي پٽ جهڙي بادشاهه شاهه عبداللطيف، سچل سائين صوفي ۽ حمل بيدل بيڪس جهڙن نامور عالمن محققن اديبن ۽ شاعرن کي به جنم ڏئي علم و ادب فقه ۽ تصوف سان منور ڪيو آهي. هر صدي ڪنهن نه ڪنهن انسان جي ڪردار سان ياد ڪئي ويندي آهي. اهڙن اديبن ۽ شاعرن جي فضيلت ڪان اڻويهين صدي جو ڳاٽ به ڳرو آهي جنهن ننڍڙي ڳوٺڙي مياندادچنجڻيءَ جي ڪکائين گهر کي چمڪائي انهن هڪ مسڪين ڏٺي بخش جوئي کي دادن جهڙو فرزند

عطا فرمايو. اهو ١٧ جنوري سال ١٩٠٩ ڪهڙڙ ۾ پيدا ٿيو. ڄڻو ڏينهن هوندو. جنهن هن قوم ۽ ترقيءَ کي هڪ سنڌي سپاجهڙو اديب ۽ نامور شاعر ڏنو. ڳوٺ مياندا چنجٽي تعلقه واره ضلع لاڙڪاڻي ۾ هن مشهور شاعر تي اهيا به نازان آهي. دادن ابتدائي تعليم هڪ ذهين استاد صاحب خان شاهاڻي کان ڳوٺ محراب سنديلو ۾ پرائي، جيئن ته سندس مزاج ننڍڙي هوندي عاشقانو هو الڪري کيس عشق و مجاز سڏ ڪري ادبي لوليءَ سان نپايو. سونهن جو سيلاني ته ازلءَ کان هو تنهنڪري کيس حسن جي ڪهڙي ڪهيراءِ شاعريءَ ڏانهن مائل ڪيو. ڪجهه وقت ڳوٺ لاڙ رائنڪ جي بزرگ عالم فاضل ۽ شاعر حضرت نجف علي صاحب وٽ عربي ۽ فارسي پڙهي کيس پنهنجو رهبر استاد ۽ مرشد تسليم ڪيو اتان علم فقه ۽ تصوف جا درس حاصل ڪري مجاز سان محبت جون ميخون ڳنڍي فقيريءَ جو ويس ڍڪيو. ۽ هن جي شاعري معرفت حقيقت جو رخ اختيار ڪيو عشق رسول طرف مائل ڏسندي قوم هن کي دادن منجهان "دادن فقير" سڏڻ لڳي، دادن جو مذهب انساني محبت هيو ۽ ڏوتيٽڙن جي ڏکن هٽائڻ خاطر جابرن جي جبر پرواه نه ڪندي به کين منهن تي حق ۽ سچ چئي ڏيندو هو انهي ڪري خود داري هن جو

جڻ تہ ابدي ورثو هو. دادن فقير سنڌي سرائڪي اردو ۽ فارسي زبان جو مڃيل شاعر لکيو ويندو هو. مگر هن کي سنڌي زبان سان والهانہ محبت هوندي هئي هن جو ڪلام غزل ڪافي ڏوهڙي جو بيت مناجات، مولود ۾ ملي ٿو. مهارت تہ هر صنف ۾ رکندڙ هو مگر غزل ۽ ڏوهيڙي جو بادشاه سمجهيو ويندو هو. سندس شاعري اندر وزن جي پختگي، تسلسل، تلفظ ۽ تخيل جي اوچي پرواز نظر ايندي آهي اهوئي سبب آهي جو اڻ پڙهيل انسان بہ ڪنهن محفل ۾ ڪنهن سريلي فنڪار کان اچا ڪلام جو مطلع ٻڌندو تہ سمجهي ويندو آهي تہ اهو ڪلام چوڏهين صدي جي بادشاه شاعر دادن جو آهي هن جو فن شاعري تائين ڪونهي مگر هڪ باصلاحيت اديب فنڪار ۽ موسيقار پڻ آهي سندس چيڀيل ڪلام مان ادب جي خوشبوء اچا بہ ايندي آهي ثابت ٿو ٿئي تہ هي هڪ اديب آهي.

سندس فني صحبت سٺن فنڪارن ۽ موسيقارن سان سان هئڻ ڪري هن سٺو فن حاصل ڪيو. موسيقيءَ ۾ باجي ۽ يڪتاري جهڙي ڏکئي ساز وڄائڻ ۾ بہ ڪيس بهتر عبور رهيو، سندس موسيقي واريون محفلون جن جن ٻڌيون ٿن جو آواز گواه آهي تہ دادن فقير جي حالانڪ آواز ۾ ميناج ڪو نہ هو باقي جيڪا راڳڻي

ڪِيائيندو هو ان جي هر عمل ۾ ئي راڳ جي اصول تحت پورو لهيائيندو هو هڪ انسان هڪ ذات جو ذڪر تي سکيو مگر هن تي اهي حضرت عشق جا تورا هئا جو هن کي جملي ستون ذاتون سونپي هڪ مشهور ڏاتار بڻايو.

دادن فقير درس و تدريس حاصل ڪرڻ بعد جواني جا ٢٣ بهار شهر نصير آباد جي حوالي ڪيا تنهن بعد باقي زندگيءَ جا ڏهاڙا راڌڻ اسٽيشن تعلقه ميهڙ ضلع دادو ۾ بسر ڪيا. سندس همعصر شاعرن ۾ سائين حافظ محمد احسن چنا صاحب، استاد احمد خان آصف صاحب الهه ورايو مسرور خادم لاڙڪاڻوي، رئيس خدابخش خادم ۽ ٻين جا نالا اچي وڃن ٿا. پڇاڙيءَ سندس ادبي فيض جو دريا لبريز هيو جنهن حمزه علي مولائي، بسمل راڌڻائي شير ل گوپانگ ۽ گل حسن شاد گوپانگ جهڙا مشهور شاعر مستفيض ٿيا. ان کان علاوه دادن فقير محفلن جو مور ڪچهرين جو ڪوڏيو هو، سندس ڪچهرين جا ساٿي اسحاق راهي، ناظم منگي، بسمل راڌڻائي اڄ جا وڏنڊڙ شاعر لکيا پيا وڃن. هي هڪ ماڻهو ڪاڻو محبوب ۽ بنده نواز انسان هو، انساني خدمت سندس پيشو هو انهيءَ ڪري هن خطي جا رهاڪو سندس عزت ڪندا هئا، اڄ به علم موسيقي ۾ هن پنهنجو

شاگرد سلطان فقير پنهنجو پنهنجو پٺيان ڇڏيو آهي- جو سنڌ فن و ادب لاءِ چراغ جو ڪم ڏئي ٿو، هن ڪتاب "آفتاب عشق" لاءِ شهرين سان گڏ سنڌس شاگرد سلطان فقير جي جاکوڙ کي به نه وساربو- جنهن هن هن ولاڻ حاصل ڪري ڇپائي تي ڪافي خرچ به ڪيو آهي جو اڄ اوهان جي هٿن ۾ دادن فقير جون خدمتون ورجائي رهيو آهي- آخر فنا فاني آهي جنهن کي بقا پنهنجي آغوش ۾ ويهاري سنڌس يادون مٽائي ڇڏيندي آهي- آخرڪار دادن فقير کي به موت نه بخشيو- هي نامور شاعر ڪجهه وقت علالت ۾ رهڻ بعد ۱۰ آڪٽوبر ۱۹۷۹ع تي پنهنجي آخري آرامگاه ۾ فنا جو پوش پائي هميشه لاءِ اسان کان جدا ٿي وڃي تنها ٿيو، مگر سنڌس ادبي خدمتون ۽ موسيقيءَ جو فن جيڪو لافاني آهي اهو اسان سان تاقيامت گڏ هوندو هينئر سنڌس مزار گهڙي واري مقام راڌڻ اسٽيشن تي واقع آهي-

هن جي وفات کانپوءِ راڌڻ جي باشعور طبقي هڪ ادبي تنظيم ٺاهي آهي جيڪا سنڌس نالي "دادن ميموريل ڪاميٽي" سان وابسته آهي- هن ادبي تنظيم پاران ڪجهه ادبي محفلون ڪرايون ويون آهن، سنڌس شهرين سان وفاداري هٿ ڪري سنڌس نالي تي دادن شاپنگ سينٽر نهرائي تازو نالو اجاگر ڪيو آهي-

ماڻهون سپ نه سهڻا پکي سپ نه هنج
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي (شاهه)

ناظم منگي

# پيغام

سماجي ڀلائيءَ جي ڪم ۾ راڊن اسٽيشن جا
جوان اڳڀرا آهن- خاص ڪري ڳوٺ
سڌار وارن جون هن اهم شاعر جي
ڪلام ڇپرائڻ لاءِ ڪوششون
قابلِ داد آهن- ٻين نوجوانن
ٻارن ۽ ٻڪن ٻوڙهن کي
به اهڙي ڪم ۾ اڳتي
نڪري اچڻ گهرجي

مير محمد پرهيار
ڊپٽي ڪمشنر دادو.

# پيغام

منهنجي قلم ۾ ايتري طاقت ڪٿي جو هن عظيم هستيءَ تي لکي ۽ جي لکڻ لکي ته ايترا ڪتاب ٿي پوندا اهي عقل ڪٿان اچي ۽ هوش ڪٿان اچي صرف ايترو چوندس ته هو لافاني ۽ لاثاني آهي.

ممتاز علي سومرو

اڳوڻو جنرل سيڪريٽري ڳوٺ سڌار سنگت

راڌڻ اسٽيشن

# پيغام

عام ماڻهوءَ جي دلين تي اثر انداز ٿيڻ جذبات ايارڻ ۽ نصيحتن جي لحاظ کان سنڌ جو درويش فقير لاثاني هو.

حليم باغي!

مون کي ان شاعر جي ڪلام تي لکڻ لاءِ چيو ويو آهي جو منهنجا هٿ نا ڏکن. مان رکو ايترو چوندس ته هو پنهنجي هر عصر ۾ بلند ترين مقام جو مالڪ هو.

گل حسن جانوري صحافي

## پيغام

هڪ مفڪر جو قول آهي ته هڪ مصروف ماڻهوءَ کي گهوڙهن گهڙين جو وقت به ڪين هوندو آهي- اڏڪري سٺي سوشل ورڪر لاءِ چئبو ته هو براين لاءِ وقت ڪين ٿو رکي- ۽ ڀلائي جا ڪم ڪرڻ ۾ ڪوشان آهي- ڪوٽ سڌار سنگت راڌڻ جون دادن فقير جي ڪتاب لاءِ ڪوششون ان ڳالهه جي نشاندهي ڪن ٿيون.

نظر محمد لغاري

SDM ميهڙ

## پيغام

دادن فقير هڪ عظيم شاعر ٿو هن لاءِ ايترو ته چئبو ته هو چوڏهين صديءَ جو چوڏهينءَ جو چنڊ هو.

محمد باغ علي سهاڳ

ڊسٽرڪٽ پراجيڪٽ منيجر

نئين روشني اسڪول دادو.

# پيغام

اهڙي عظيم شاعر جو ڪلام نه ڇپجڻ باعث غم هيو ۽ ڇپائيءَ لاءِ ڪوششون باعث مسرت ان ڪارِخير ۾ في الحال آءٌ ۲۰۰۰ روپيه ڏيان ٿو ۽ پوءِ به ڪوٺ سڌار سنگت جي مدد مان مدد ڏيندس.

اشفاق احمد ميمڻ

اگزيڪيوٽو ڊپٽي ڪمشنر دادو

# پيغام

اهو وڏي نهايت ئي خوشي، ٿيم جو عوامي شاعر ۽ مشهور لوڪ فنڪار مرحوم دادن فقير جو ڪلام ڇپرائڻ لاءِ ڪوٺ سڌار سنگت ڪوشان آهي ۽ اهو توفيق پرنٽنگ پريس ۾ ڇپائيءَ هيٺ آهي.

نظر محمد ڪلهوڙو

S.D.M ميهڙ

# ٻه اکر

ساٿيون ٻن قسمن جا ٿيندا آهن ڪجهه اهي جيڪي ڪو اهم ڪارنامو يا ڪم سرانجام ڪري نه سگهندا آهن انڪري اهي پنهنجو موت مرندا آهن يعني اهي مرڻ کان پوءِ ياد نه ڪيا ويندا آهن.

ٻيا ساٿيون اهي آهن جيڪي سالن ۽ صدين تائين ياد ڪيا ويندا آهن. ڪجهه اهي جيڪي خراب ڪم ڪري نفرت جي نگاهه سان ۽ ٻيا اهي جيڪي پنهنجي ڪارنامن ڪري ۽ ڪاوشن ڪري عزت جي نگاهه سان.

مرحوم دادن فقير جو واسطو ٻئي قسم جي ٻتي نموني سان هو. اها خبر تڏهن پئي جڏهن سندس شاگرد ۽ ٽي وي فنڪار سلطان فقير سندس ڪلام ڳيڪاريو ۽ سندس فوٽو سنڌ الاجي ۾ ڏٺم. هن عظيم هستيءَ جي مڃتا طور تي ڳوٺ سڌار سنگت راڌڻ I. 5 نومبر 1985ع تي هڪ عظيم الشان سيمينار ڪرايو جنهن جي صدارت مرڪزي چيئرمين سنڌ ڳوٺ سڌار سنگت جناب خان محمد پنهور ڪئي ۽ خاص مهمان منهنجو محسن ۽ استاد عزت ماب جناب احمد شاهه "استاد بخاري" هو.

٢- راڌڻ جي سماجي ڪارڪن محترم غلام اڪبر سولنگيءَ جي سهڪار سان راڌڻ جي شيد اتحاد سطح

۾ هڪ مسجد اسڪول سنڌس (دادن فقير جي) ڀرسان ٺهرايو ويو جنهن جو افتتاح ڊسٽرڪٽ ڪوآرڊينيٽ مسجد اسڪول دادو جناب ڪمال الدين سولنگيءَ جن ڪيو.

۲- سنڌس اهلِ ڪلام کي ڇپائڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو ويو جيڪو اوهانجي هٿن ۾ آهي.

ڦاٽون ڪاميٽي راڌڻ اسٽيشن سنڌس نالي ڀرسان هڪ شاپنگ سينٽر تعمير ڪرايو جنهن جو افتتاح قومي اسيمبلي جي ميمبر جناب عبدالحميد خان جتوئي ڪيو.

سنڌس ڪلام تي نظر وجهڻ سان خبر پوندي ته انهن درياهه جهڙي رواني، سمنڊ جهڙي گهرائي ۽ جبل جيڏي حوصلا افزائي آهي. انهن فصاحت، بلاغت، سلاست جدت، تشبيهن، استعارن، تجنيس ۽ نصيحتن جا خزانا ڪوهه ۽ ڪاٿيون آهن. انجو هر حرف علم جو گوهر آهي ۽ هر سٽ هڪ عظيم درسگاهه. انڪري سنڌس ڪلام جو نه ڇپجڻ تمام وڏي سستي هئي ۽ انهي ڇپائي تمام وڏو ڪارنامو.

جس هجي سلطان فقير کي جنهن اهو ڪلام محفوظ ڪرڻ سان گڏوگڏ ڪتاب جي ڇپائي جو اڌ کان وڌيڪ خرچ برداشت ڪيو. هن سلسلي ۾ اڳوڻي ڊپٽي ڪمشنر جناب اشفاق احمد ميمڻ جو خصوصي ٿورو مڃڻ

کان رهي ٿو سکيجي جنهن کوٽ سدار سنگت کي ۲۰۰۰ روپيه امداد ڏني.

ذاکر حسين راڏڻ

صدر

کوٽ سدار سنگت

راڏڻ وليج ضلع دادو

سنڌ.

---



علي انور منگي

سينئر صحافي ۽ سماجي ورڪر

۽ ميمبر ضلع سوشل ويلفيئر ڪميٽي

دادو

بسم الله الرحمان الرحيم

اي ملڪ جا مالڪ مون کي معاف خطا ڪر
ٻي پنهنجي محبت جي ڪا ادراڪ عطا ڪر
منزل ڪان فنا جي مون کي نزديڪ بقا ڪر
مخلوق جي خالق سگهو مشڪل کي روا ڪر
هر جاءِ ۾ هر رنگ ۾ هر هنڌ وسين تون
تون پانهنجي قدرت کي پيو پاڻ پسين تون
سڀ جهان تو سوا تنهنجي ٻئا ڪي نه ٻنا ماڻ
آشوق تمام تنهنجي محبت ۾ فنا ماڻ
شب روز ڪيائون ٻي نه ڪيائون تنهنجي ثنا ماڻ
پر پورا ڪندس ڪين اڪي شان ٻنا ماڻ
تون رب اسان انس جا هستي آ اسان جي
دنيا ۾ ڪهڙيون چار هي وستي آ اسان جي
تعريف جي لائق آ وڏا تنهنجي وڏائي
هر طرف سنڌ آهي ٻي پايان ٻتائي
اعدا ڪان نبي عيسيٰ جي عزت تو بچائي
يوسف جي وري مصر ۾ قيمت تو ڪرائي
فرعون کي موسيٰ جي مٿان مات ڪيو تو
نمرود جو گر لات و منات ڪيو تو

ڇا ڇا ماڻ ثنا تنهنجي ڪرياڻ خالق و اڪبر
آ راز خفي تنهنجو عجب والىءَ مظهر
ڪر ڪٿهن تي ٿيون راضي ته بي هر ڪي ڏٿون پر
بيشڪ آ وڏي هستي سندهه خالق جا پرور

سرڪار اڪياڻ تنهنجي بي سرڪار زيرو آ
ماڻ دل تو ڏياڻ توڪي تون دل وٺ ته ڏيو آ

دنيا جي زماني کي تو رنگين بنايو
سبحان عجب تو هي پنهنجو سير ڪرايو
ڪر تنهنجو ڪنهين کي نه ڪڏهن سمجهه ۾ آيو
ريءَ نيڪ جي اي نيڪ تو آ عرش اڏايو
اظهار وري حسن جو گلزار ڪيو تو
ڪوڪنهجو ته ڪوڪنهجو ڏلي يار ڪيو تو
ڏس امتجي روش سنهجي ته ڪر پنهنجي عنايت
غالب نه رهي مون تي عدوڻ جي عداوت
رک سنهنجا خدا سنهجو سدا عشق سلامت
هت حال جي معلوم آ تو کي ٿي حڪايت
"دادڻ" کي فقط آسرو تنهنجو ٿي خدايا
تون بخش مون عيبن ۾ گهڻا وقت وڃايا

## باري تعاليٰ جي شان ۾

١— آداب سان الله کي اعمال ادا ڪر
هوشيار ٿي هت پنهنجو خيالات خدا ڪر

هو ناهه جدا تو کان تون هنکي نه جدا کر
ونجن جو وفادار سخن ياد سدا کر
پل کين پلين چو تو پلڻ کم نه پان جو
ميدان ملهائج هي آ ميدان ملهڻ جو

٢- تون عرش جو ساکن تي کري فرش تي آئين
هن خاک جي پتلي ۾ عبادت لئه سمائين
تون پاڻ تو پنهنجو هي هتان وقت وڃائين
سو تو کي ملن ساهه جي هڪ ساهه سهائين
هت ساهه جي سوداگري درڪار رکي آ
پرواهه نه آ کشتي اسان پار رکي آ

٣- کئي آهه سليمان کئي آهي سکندر
کئي آهه زبردست هو پهلوان پلنگر
کئي آهه اهو دور درخشان بد ر بر
گهر سڀ جو تيو نيت وڃي عرض جو اندر
سنسار خبردار اتئي دم جو نکاڻو
دک درد ۽ تکليف الم غم جو نکاڻو

٤- حق پاک زبردست جو سڏ نيت ته ٿيندو
سو سور پيو پنهنجا ته هرکو ئي پٽيندو
بس ياءُ سڳو ياءُ جي پرساڻ نه ويندو
کرجيڪي کيان تو سي کڏهن کين ڇڏيندو
سرساهه گهري کاج تو گهل موت جو گهوڙو
ڏسنداسين ٣ کين سان پيا هڪٻئي جو وڇوڙو

۵- دنيا جي مزي موهُ لکين مرد منجهايا
ڏئي ميٺ هٺي هيٺ گجر گير گنوايا
هيڏانهن زيا جي وري هوڏانهن نہ آيا
آهين هتي رمڻ جا عنوان آجايا
هرڪنهن جي اڳي پوءِ جڳهہ جاءِ قبر آ
اڄ مرجي صبح مرجي ادا ڪهڙي خبر آ

۶- خود ذات الاهي جو عجب عار تئي تو ۾
هوشيار تي غفار جو ديدار تئي تو ۾
سو وار خودي مار پيو اسرار تئي تو ۾
رزاق جي ڳجهہ راز جو انوار تئي تو ۾
تو ۾ تئي خبردار نفي نور جو تجلو
موسيٰ جي جبل وصف ڪيل طور جو تجلو

۷- "دادن" تون وسارج نہ حق خالق و اڪبر
ذيشان درخشان سچي ڏيهہ جو ذاتر
طئہ ڪرڻو اڳيان آهي قيامت جو وڏو بر
هڪ گرم زمين زرد پيو تلوار جو سنتر
ارمان اِهو آهي جو هن دور فنا ۾
تي وقت گذر مفت ويو دنيا جي ثنا ۾

## غـــزل

جو بر عرش- بريں آهي سو خود اهل زمين آهي
جو آهي لامڪان سو دل جي ڪعبي جو مڪين آهي

١– پري ڀانهي ڪان ناهي هو هميشه همنشين آهي
سميع ۽ بصير آهي هو داور دانا بين آهي
٢– اي همت وارا ڇو اڄ تنهنجي همت نڪتچين آهي
در اغيار سجده ۾ جهڪيل تنهنجي جبين آهي
٣– اهو ڪم ڇو ڪري عاقل جو بلڪل بدترين آهي
سڃاتو جن خدا پنهنجو انهن کي آفرين آهي
٤– سندس رحمت جو دريا جوش ۾ ايندو جڏهن "دادن"
گنهگارن کي بخشيندو اهو دل کي يقين آهي

## توحيد

اي منهنجا خدا تون شاهه و گدا
يڪسان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

تون ڪنهن به غريب کي سات ڏئي
سلطان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

١– تون هڪ دم ٿوري هوا سئون وڏو
طوفان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

تون حشر جو برپا اڄ ٿي اگر
ميدان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

٢– تون حاڪم کي هڪ نوڪر جو
دربان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

ڪنهن پينگي سڃي مفلس ۽ ڪهي کي
خان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

٣- حڪمت ۾ حڪيمن جي نه اِها
طاقت آ ائين اي منهنجا خدا
تون ڪنهن به ڪراڙي ماڻهوءَ کي
نوجوان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

٤- تون ڪيڏي به مشڪل ”دادن“ جي
آسان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين
گهر دادن جي محبوب سندس
مهمان ڪرين ته ڪري ٿو سگهين

## معراج نامو (مسدس)

١- ٿيندو نه ادا شان محمد جو چوڻ ۾
طاقت آ قلم کي جو ڪري ختم لکڻ ۾
باطن ۾ هيو نور ۽ آدم هو ڏسڻ ۾
ازغيب ڪان اچ آئيو آواز ٻڌڻ ۾
بر پشت براق عرش ڏي سردار وڃي ٿو
معراج تي اڄ مصطفيٰ مختار وڃي ٿو

٢- وچ هيٺ لهي جلد ٿيو حڪم وحيءَ کي
مهمان آ اڄ منهنجو وڃي آ تون نبي کي
دعوت ڏي وڃي منهنجي سردار سخي کي
بس کولڻو هن ساڻ آ ڪنهن راز خفي کي
اڄ آه ارادو نه هو مهمان اچي ٿي
پردو نه رهي پاڻ ۾ يڪسان اچي ٿي

٣- وڃ مون ڏي سگهو سيد سرؤر کي وٺي آ
محبوب مٺي روء منور کي وٺي آ
گهر منهنجي ۾ اڄ پياري پيمبر کي وٺي آ
بر عرش و الئي کوثر کي وٺي آ
آ ننڊ ۾ سردار تون جاڳاء ادب سان
خدمت ۾ نبي پاڪ جي ڳالهاء ادب سان

٤- وڃ منهنجو پرين کي اهو پيغام وڃي ڏي
اڄ راز آهي کولبا اڳ مخفي هيا جي
جبريل ٻڌي حڪم الهي آيو زمين تي
ان وقت لکن تا ته هو آرام نبي کي
جبريل محمد کي ادب سان اٿاريو
جبريل ڏي سردار کٽي نيڻ نهاريو

٥- جبريل ڪيو عرض اٿو ختم نبوت
اڄ عرش معلي تي آ الله جي دعوت
حاصل نه اِهاڪنهن به پيغمبر کي تي عزت
معبود کي تي تنهنجي ملڻ جي آ محبت
خدمت ۾ براق آهي سڄڻ تنهنجي سواري
تون آهين سوار ۽ مان مٺا آهيان مهاري

٦- بر پشت براق عرش ڏي سردار چڙهي پيو
الله ڏي الله جو دلدار چڙهي پيو
معراج تي اڄ مصطفي مهدار چڙهي پيو
سالار سوا لک جو پڳدار چڙهي پيو

عرش جا ستئي ان گهڙي دروازا کلي پيا
خوشبوءِ جا سڄي ملڪ ۾ هڳسان هلي ويا

٨- عيسيٰ کي چيو مولئ تہ هوشيار اي عيسيٰ
تعظيم ڪرڻ لاءِ تي تيار اي عيسيٰ
مون ڏي تو اچي سيد سردار اي عيسيٰ
ڪر منهنجي پرين پياري جو ديدار اي عيسيٰ
هن وقت اجهو نور اچڻ وارو اٿيئي
گهر منهنجي ۾ مهمان تيڻ وارو اٿيئي

٨- حورن کي تيو حڪم تہ صورت کي سينگاريو
هڪ ٻئي کي قطارن ۾ ڪري سهڻو سنواريو
صورت ڏي محمد جي ادب سان نهاريو
جنهن وقت ﷺ اچي صلواة پڪاريو
گهر منهنجي ۾ اڄ منهنجو هو محبوب اچي ٿو
طالب کي ملڻ عرش تي مطلوب اچي ٿو

٩- پهتو آ جڏهن چوتين فلڪ تي وچي حضرت
پيدا تي وٺي سيني نبيـن ۾ مسرت
حيران تيا هيڏي ڏسي عربي جي عظمت
سيني کان وڌ تي سيد سردار جي سبقت
عيسيٰ ؏ پيا آنبيا ديدار لئہ آيا
تعظيم ڪرڻ خدمت سردار لئہ آيا

١٠- جنت ۾ جڏهن آئيو مهمان خدا جو
ادريس ڏٺو نور درخشان خدا جو

## معراج جي تياري (دادن جي تخيل)

مٺي مرسل سندي معراج تـي اڄ رات تياري آ
ونئي جبريل جنت مان آنـدي سالـم سواري آ

١- فرشتن جون صفون سالم لڳي ويون حرم جي اڳيان
و ليڪن وقت ان شيطان ڪي ٿي شرمساري آ

٢- ڪري بيدار سرور ڪان پڇو روح الامين ڇا ٿئي
هلو حضرت سنـدي مـولا ڪئي مهمانـداري آ

٣- ڏسي عيسيٰ عجب ۾ پيو فلڪ چوٿون ويس وسري
چيو سبحان اڄ مولي ٿئين قـدرت ڏيکـاري آ

٤- جڏهن داخل ٿيو جنت، ٿيون حيران سڀ حورون
چون بيشڪ جهلڪ تو ۾ الاهـي نور واري آ

٥- جڏهن تشريف فرما ٿيو مٿـي عرش معلي تـي
اجهامي ويا سيئـي دوزخ بهشتـن ۾ بهـاري آ

٦- چيو ڇا ذات خالق جي اي عربي دلربا جنهن کي
ٺنائين يا ڇڏائين ڪل انهـان جي اختيـاري آ

٧- ڏسي "دادن" محمد سان خدا جو پيار چئجي ٿو
ڪٿي عيسيٰ ڪٿي موسيٰ ڪٿي يحيٰ جي ياري آ

## نعـت رسـو ل

محشر ۾ وجهو شافيء محشـر جي سامهون
سردار پاڪ مصطفيٰ اطهر جي سامهون

هر هر پيو چئي آهي ٿيو احسان خدا جو
هن جو آ سيئي جيڪو آسامان خدا جو
سڀ شڪل نبي ڪيڏسي حيران ٿيون حورون
صدبار پئي پيزار تان قربان ٿيون حورون

١١- حورون پيون چون سيد سالار اچي ويو
جو سڻنديون هيونسين اهو سردار اچي ويو
همدرد يتيمن جو سچو يار اچي ويو
محبوب خدا مصطفيٰ مهدار اچي ويو
جبريل به وچ تائين وري آئيو موٽي
ٿي ارڙهه ورهه رات ملاقات جي چوٽي

١٢- دربار جي نزديڪ جتي لاٿي پئي سرور
ٿيو پردي منجهان حڪم جتي لاهه نه دلبر
محجوب نه ٿي منهنجا اي محبوب منور
سڀ تنهنجيمون دعوت ۾ هتي آهيڪيو محضر
گهر تمهنجو آ تون آءُ جتي ساڻ پيارا
دعوت تون اچي ڪاءُ پلي منهنجي پيارا

١٣- ٿيو عبد ۽ احدي جو ذرا ڪو نه تفاوت،
بس "ذادنا" ٿي نور سان ويو نور ملاوت
ڪيڏي نه عطا ٿي وئي سيد کي سعادت
عربي جي حوالي ڪئي خدا پنهنجي ارادت
جو پردو هيو وچ ۾ اهو پردو کڃي ويو
طرفين ڏهون ڪوٽ حجابن جو پڇي پيو

١- انسان ٿي ڪري ٿا ڪيون کهڙا ڪم خراب
منهن ڪهڙو ڪڍبو خالق اڪبر جي سامهون

٢- پيغمبري ۾ حسن ۾ القاب شان ۾
يوسف لڳي ڇا منهنجي پيغمبر جي سامهون

٣- "دادن" خدا ڪري مان مديني وڃي مران
ٿئي منهنجي قبر روضي منور جي سامهون

## نعت رسول

ﷺ اسان لئه پيغمبر ٿي آيو
حقيقت جو حضرت سمندر ٿي آيو

١- بڌون ٿا ته موسيٰ هيو دوست حق جو
مگر هي ته داور جو دلبر ٿي آيو

٢- شريعت ڪنان ٿو ٻڌان نه ته ڇوان آءٌ
نبي پاڪ الله اڪبر ٿي آيو

٣- سندس آل مان مرد فياض "دادن"
ڪو چشتي بلاڪو قلندر ٿي آيو

## نعت رسول

يا رسول الله ڇڏ ديدار جون ڪوا-ي دريون
پرجهلا توکي ڏسي آجيون ٿين عيبن پريون

١- توکي ڏسڻو آ ڪنهين کي عشق جي اکسان ڏسي
ڇا ڏسي سگهنديون سڄڻ توکي انڌيون ان جون ڇريون

۲- ٿيا شڪي شمس و قمر تارا ڪتيون تيڙو ٽنگڙ
حسن تنهنجي کي ڏسي حيران ٿيون حورون پريون
۳- سرمو پاتم طور سينا جو پي اکڙين ۾ مگر
خاڪ پاتم تنهنجي در جي تڏهن تا اکڙيون ٺريون
۴- آهه بي ادبي چمڻ ۾ تنهنجي پيرن جون پنيون
چپ مٿان ٿين پير ڇيناان تنهنڪري چمڻ ترڻيون
۵- يا رسول الله ڪر تون درد "دادن" جادفع
تون ڪرين جنهن تي نظر ٿين بي خطر ڪوٿيون ٺريون
۶- يا رسول الله مان تو سان مديني ۾ اچي
روبرو ڪولي ڪندس آهن ڳجهيون ڳالهيون ڳريون

## مخمس سرور ڪائنات

سڳوري شهر مڪي ۾ سڀ جو سردار پيدا ٿيو
شفيع المذنبين سيد مٺو مهدار پيدا ٿيو

۱- سڄي عالم جو سرور پيشوا سالار پيدا ٿيو
اسان پارن گنهگارن سندو غمخوار پيدا ٿيو
پڇاڙي وقت امت جو آجهو آڌار پيدا ٿيو
ربيع اول جي ٻارهين احمد مختار پيدا ٿيو
سعادت مند محبوب خدا مختار پيدا ٿيو

۲- لهي آيا ستارا نوري عبدالله جي گهر ۾
آيا بيٺا ملائڪ منتظر ڪوئي پيغمبر ۾
وجهن پيون هار حورون آمنه کي حال خوشتر ۾

خوشي تي آسمان ۾ ۽ زمين ۾ بحر ۾ بر ۾
پيارو رب جو اطهر نبي نروار پيدا ٿيو

٣- خضر الياس يونس عيسيٰ آيا خاص خدمت ۾
ٿيو اميدوار آدم پڻ خود حضرت جي شفقت ۾
وسامي باھ وئي دوزخ جي ٿي وئي عيد جنت ۾
چوي هر هر پئي دائي حليما پنهنجي حيرت ۾
اگي منهنجي هتن ۾ هيئن نہ ههڙو ٻار پيدا ٿيو

٤- ٿي ڳايا سهرا حورن ۽ وحي جهولو جهلايو ٿي
مبارڪباد جو هر طرف کان آواز آيو ٿي
نبين سيني اي "دادن" ادب کان سر جهڪايو ٿي
ابوجهل ۽ پين هڪ ٻئي کي ڪنڌ سنڌ ۾ ٻڌايو ٿي
هي عبدالله جو پٽ غالب ڪفار پيدا ٿيو

## نعت سرور ڪونين

خدارا ڪر مدد منهنجي محمد مصطفيٰ مدني
پهاڙن ۾ پيو آهيان ٿي ٻيڙو پرجهلا مدني

١- مان تنهنجو امتي بدڪار آهيان اي ميرا مدني
مدد گار آهي منهنجو ڪو نہ ڪو تو کان سوا مدني
ڪري مونتي گناهن جا پهاڙ آهن پيا مدني

٢- خدا کي راضي ڪر منهنجي متان بحر خدا مدني
خدا جي سا رضا آهي جا تنهنجي آ رضا مدني
خدا جو خاص آهين تون ۽ تنهنجو آ خدا مدني

٣- مريض آهيان گناهن جو مان لاغر لا دوا مدني
شفا منهنجي لئہ ڪافي تنهنجو آ دارالشفا مدني
نظر تنهنجي آ منهنجي ڪان دوا مدني دعا مدني
٤- نڪي تارو نڪي ترهو نڪي سيڻاھ ساڻ آهي
نڪو سنگتي نڪو ساٿي فقط بس پنهنجو پاڻ آهي
ڏئي هٿ ٻاجھہ جا هن پار ڪر خيرالوريٰ مدني
٥- ڻيا درخت بہ اي شاهد نبي تنهنجي نبوت جا
پڙهيو جن توتي ڪلمو تن کي ملي ويا جام جنت جا
تون آهين رحمت اللعالمين اي دلربا مدني
٦- نہ هڪ "دادن" شفاعت تنهنجي ۾ اميدوار آهي
مگر هر امتي ڪهڙو پيي تو وٽ عرضدار آهي
سڀن جو تو ۾ آهي آسرو نورالهديٰ مدني

## نعت بحضور صلعم

ناشاد مصطفيٰ ڏي ن دلشاد ٿيڻجي آيو
برباد جو هيو سو آباد ٿيڻجي آيو
١- موصوف هر صفت آ سردار مرسلن جو
هر عيب کان محمد آزاد ٿيڻجي آيو
٢- آدم کان ابتدا ۾ مظهر هيو محمد
آدم جو بعد ۾ هي اولاد ٿيڻجي آيو
٣- خيرالنسا جو بابو حسنين جو آ نانو
مشڪل ڪشا سندس جو داماد ٿيڻجي آيو

٤- امي نه چئه نبيءَ کي شاگرد آخدا جو
دنيا جي عالمن جو استاد بڻجي آيو

٥- آڌار عاصين جو مهندار بيڪسن جو
بيداد جو اي "دادن" هيءَ داد بڻجي آيو

## مربع ثناء (محمد عليه السلام)

اسان جي واسطي آهي شفا خانو محمد جو
کلي ويو آه رندن لئه مئه خانو محمد جو

١- مون پيتو آهه پر مئه وارو پيمانو محمد جو
نه تيندو حشر ۾ مئه نوش بيگانو محمد جو
لڳو پيو يادگيرو آهه روزانو محمد جو
فقط پنهنجي زبان تي آهي افسانو محمد جو

٢- مديني ۾ وجي مان نوڪري ڏيان شاهه شاهان جي
بهاريان خاڪ ڏاڙهي سان سندس روضه جي ايوان جي
نه مستانپ ۾ مونسان آهه حاجت ڪا زليخان جي
هو مستاني آ يوسف جي مان مستانو محمد جو

٣- محمد جي محبت ديس ۾ پرديس ۾ آهي
طبع خوش مارئي وانگي ڪتي ۾ ڪيس ۾ آهي
نه هيئن ديوانگي مون وانگي مجنون ڪيس ۾ آهي
هو ديوانو آ ليلان جو مان ديوانو محمد جو

٤- نه ڪنهن پي امتي کي حشر ۾ حضرت وساريندو
وٺي نالو مگر هڪ هڪ کري حضرت پڪاريندو

اي "دادن" حوض ڪوثر جا پري پيالا پيارينده
وساريو ڪين احسانو مسلمانو محمد جو

## نعت رسول

رتبي ڪان مصطفيٰ جي ڪو برتر نہ ٿي سگهيو
مهمان عرش تي ٻيو پيغمبر نہ ٿي سگهيو

١- معراج واري رات هو الله ميزبان
اعزاز ۾ هو ڇا جو ميسر نہ ٿي سگهيو

٢- يوسف حسين ڪيڏو بہ آهي اگر مگر
حضرت جي حسن پاڪ جو همسر نہ ٿي سگهيو

٣- دشمن سان ٻي پلايون پلارو ڪندو رهيو
ناراض ڪنهن تي سيد سرور نہ ٿي سگهيو

٤- آ بوريا نشين شهنشاهہ دو جهان
دنيا ۾ هيئن ڪو دين جو رهبر نہ ٿي سگهيو

٥- مصري ۽ ماکي ڇا لڳي لب جي لعاب سان
ثاني ٻگهر جو عطر ۽ عنبر نہ ٿي سگهيو

٦- لکندي ثنا نبي جي اچي عمر ٿي تمام
"دادن" ڪان پورو شان ۾ دفتر نہ ٿي سگهيو

## شان محمد مصطفيٰ

مران دم ڏٿي شل پڪاري محمد
وهان ڪيئن وسيلو وساري محمد

١- قطب غوث هڪدم وڃي ڇو نہ ٻنجي
فقط جنهن ڏي ٿورو نهاري محمد
٢- سڏي حوض ڪوثر جو هر هڪ کي هٿ سان
پيالو ڇڏيندو پياري محمد
٣- ڪريون ليڙ ليڙون لهريون ۽ شينهن جون مائون
پهاڙن ۾ ٻڪريون پيو چاري محمد
٤- خدا پي انهيءَ کي ڏڪاري ڇڏي ٿو
اي ”دادن“ ٿو جنهن کي ڏڪاري محمد

## نعت رسول

سوداءُ نہ مون کي آهي ڪو سروئي چمن جو
مان شيداءِ آهيان قدِ رسولِ مدني جو
١- حضرت جا نمايان ڏسي دندان مبارڪ
ٿي رنگ ڪجل ويو عقيقي يمني جو
٢- ڇا قيس کي نسبت اويس ڪرني سان
ليلا جو هو عاشق هي رسولِ مدني جو
٣- مرڪڻ سان محمد جي تجلات ٿي اهڙي
جلوو نہ رهيو ”دادن“ درِ عدني جو

## نعت حضرت محمد مصطفيٰ

التجا منهنجي منا يا مصطفيٰ منظور ڪر
قلب روشن ڪر وليڪن دور هي ديجور ڪر

۱- امن پنهنجي سان نبي ويري سيئي وهلور ڪر
مهر شفقت ساڻ منهنجو ۾ من گهڻو مسرور ڪر
۲- رعب آتش ڪر سندم دشمن سندم ڪافور ڪر
جي قرن مونڊانهن تنجي چيلهه چڪناچور ڪر
۳- عشق ذاتي ساڻ مونکي پرجهلا پرپور ڪر
طور ڪر سينو سندم ۽ دل چراغِ طور ڪر
۴- متجبي "دادن" گدا مجبور کي مشڪور ڪر
درد غم الزام عصيانه پيغمبر دور ڪر

## نعت شريف

پڏوسون ڪو نه ڪو ڪاٿهن ﷺ مصطفيٰ جهڙو
ڏٺوسون ڏيهه ساري ۾ نه عربي دلربا جهڙو
۱- حبيب آهي نه ڪنهنجو ڪو حبيبِ ڪبريا جهڙو
ٿيو ڪو انبيا اڳ ۾ نه فخرِ انبيا جهڙو
نه والد آهي ڪنهنجو والدِ خيرالنسا جهڙو
۲- نه محبوب آهي دنيا ۾ ڪو محبوبِ خدا جهڙو
نه ٿيو ڪو آه سهڻو سهڻي احمد مجتبيٰ جهڙو
قدم جي خاڪ جو ذرو آ روشن مهلقا جهڙو
۳- چڏيندو ڪينڪي امت پيغمبر پيشوا پنهنجي
قيامت ۾ ڪندو عاصين مٿان ڪندو شافع شفا پنهنجي
گنهگارن جو ڪونهي خيرخواه خيرالوريٰ جهڙو
۴- بڌي پنهنجون گلائون ٿي ڪيائون اڻ بڌڻ جهڙيون

٥- دوا دارون انهن جو آ جي آهن لا دوا جهڙا
سوالي خالي ويندا ڪين ڪي "دادن" گدا جهڙا
ڪري ادني ڪي اعلىٰ هي آ اهڙو در سخا جهڙو

## نعت سرڪار دو عالم جي ولادت

ربيع اول جي ٻارهين رات ختم الانبيا آيو
رکي سر پاڪ تي سردار تاجِ انما آيو
١- آ عبدالله جي گهر ۾ حبيبِ ڪبريا آيو
مريضن لئه دوا جي واسطي دارون دوا آيو
٢- ڀلارو ڪالي ڪملي وارو سچو رهنما آيو
شهنشاهه دو عالم والدِ خيرالنسا آيو
٣- ڪري ڪنگرا جي پٽ تي پيا ڪيئن ڪوٽ ڪسري جا
شفيع المذنبين سيد نبي نورالهدى آيو
٤- ڪيا ٿي رقص غلمان ۽ حورن جام جنت ۾
عرب جي سر زمين تي جڏهن محبوبِ خدا آيو
٥- ملائڪ ڏئي مبارڪ پيا چون آداب سان حوريان
هي حفصه ام سلمه عائشه جو قد خدا آيو
٦- وڃڻ هان بحرِ عصيان ۾ سيئي عاصي ٻڏي ليڪن
خدا جي فضل سان ڪشتي جو ڪامل ناخدا آيو
٧- لهي آيو زمين تي عيسىٰ استقبال جي خاطر
ستاري سعد ۾ پيغمبرن جو پيشوا آيو
٨- نه دنيا ۾ ڏٺو ڪنهن ابن عبدالله جو پاڇو

مجسم نور ذاتي جو منور مجتبيٰ آيو

۹- ضرورت ڪاڻ هئي سينگار سرمي جي ڪاسجڻ کي
ڪري سينگار ۽ سرما اکيئي دلربا آيو

۱۰- وحي جي معارفت نازل ٿيو اقرا بسم جو تحفو
کڻي غار حرا مان چانڻ نسخه ڪيميا آيو

۱۱- ڏسڻ ۾ شام جي ڏاڇن جون آيون ٿي ڪچيون "دادن"
آ جهڙي وقت مڪي ۾ محمد مصطفيٰ آيو

**نعت رسول مقبول** صلي الله عليه وسلم

منهنجي ڪر ڪامدد يا نبي مصطفيٰ
اي حبيبِ خدا خاتم الانبيا

۱- تو کي خاتون خيرالنسا جو قسم
تو کي حيدر شهِ ڪربلا جو قسم
تو کي عباس زين العبا جو قسم
اچي مشڪل ۾ ٿي سائي سيد سچا

۲- منهنجي دشمن کي بدحال برباد ڪر
مون کي دنيا ۾ عقبا ۾ آباد ڪر
مونکي ماحول گندي کان آزاد ڪر
رهي انسانيت ۾ نه آهي وفا

۳- تو جهڙو نه رهبر پيغمبر ڏٺم
تو جهڙو نه عالم ۾ سرور ڏٺم
تو جهڙو نه ڪو بنده پرور ڏٺم
جڏڪا تنهنجي رضا سا رب جي رضا

۴- تون ياسين طٰـه مزمل منير
تون و ليل و شمس روشن ضمير
تون محبوب الله جو بي نظير
تون ماڪي ڪان آهين منو اي منا
۵- تنهنجي وصف و ثنا بر زبان ڇا چوان
تيندي پوري نه هرگز حجي يا روان
عمر ساري لکان ڪبن پورو بوان
تنهنجي عظمت ڪي ڄاڻي ٿو بس ڪبريا
۶- تنهنجو مرسل مدح خوان "دادن" فقير
ڏاڍو آهي گنهگار هيڻو حقير
حيات آهين، آهين سميع بصير
سگهو حاضر حمايت ۾ ٿي مجتبيٰ

## التجائي مدني

اي صبا منهنجو ڪٺي پيغام پيغمبر ڏي وڃ
مصطفيٰ مهندار مرسل سيد سرور ڏي وڃ
۱- ۽ علي مشڪل ڪشا خاتون جي شوهر ڏي وڃ
واسطي الله جي شبير ڏي شبر ڏي وڃ
۲- منهنجي بنسبت خالق اڪبر ڏي ڏس اڪبر ڏي وڃ
گهوٽ قاسم ڏي تون وڃ ۽ تشنه لب اصغر ڏي وڃ
۳- عابد بيمار ڏي وڃ زينب مضطر ڏي وڃ
وٺ خبر منهنجي تون نيڙي عون ۽ جعفر ڏي وڃ

٤- درد "دادن ڄي جي ڪا پر گهور هڪڙو اهي صبا
وڃ حبيبِ حضرتِ عباس ڏي ۽ حر ڏي وڃ

## نعت رسول

الله ڪيو اعليٰ ڇا شان محمد جو
شاهد ٿيو رسالت ۾ قرآن محمد جو
١- امت کي قيامت جي گرمي ۾ پڪاريندؤ
ڪيڏو نه اهو هوندو احسان محمد جو
٢- جنت کي ڪندس ڇا مان جنت نه کپي مونکي
جنت کان زياده آ ايوان محمد جو
٣- سگ بڻجي مديني جي گهٽين ۾ پيو هوندس
ان ريت وڃي ٿيندس مهمان محمد جو
٤- هيئن چونه چوان "دادن" عزت ۾ مٿي آهي
دارا ۽ سڪندر کان دربان محمد جو

## نعت حضور صلعم

سرور سهڻا مونکي آهي قسم تنهنجي سر جو
تون پيارو آهين پرور جو تون شافي آهين محشر جو
٢- آدم کان هئين اڳ ۾ ظاهر غيب جي ساري علم جو ماهر
تون ساقي آهين ڪوثر جو تون شافي آهين محشر جو
٢- رب قرآن ۾ ڏني آ گواهي آهين افضل نور الاهي
هيو ڏيک ۾ بيک بشر جو تون شافي آهين محشر جو

٣- شان اوهان جو بالا برتر دائم در تي دارا سڪندر
نوڪر آهي نوڪر جو تون شافي آهين محشر جو
٤- غار حرا مان جلوه نمائي نور جي تي پرپور ضيائي
رهيو تاب نہ شمس قمر جو تون شافي آهين محشرجو
٥- "دادن" تنهنجو آهي ثناگر تون ئي هادي تون ئي رهبر
سگهو داد ڪجو ڪمتر جو تون شافي آهين محشرجو

## نعت رسول عربي

تنهنجو سيني ڪان مٿي شان رسول عربي
شاهدي ٿو ڏئي قرآن رسول عربي
١- منهنجي مشڪل ڪيو آسان رسول عربي
نہ تہ پئي مون کي ٿو نقصان رسول عربي
٢- تو کي الله ڏنو چا چا نہ رسول عربي
تنهنجو ثاني نہ سليمان رسول عربي
٣- تو تي ڪلمي جو فقط ٿورو ڪري ٿي امت
تنهنجي امت جو آ ارمان رسول عربي
٤- پنهنجي شفقت ڪا ڪجو پاڻ ڏسي محشر ۾
حال "دادن" جو پريشان رسول عربي

## مديني وڃان

مديني وڃان مصطفيٰ چوندو چوندو
تنهان پوءِ نجف مرتضيٰ چوندو چوندو

١- حسين ابن حيدر کسڻ وقت ٿائين
ويو دشمنن کي دعا چوندو چوندو

٢- ابو جهل آخر جهنم کي پهتو
نبي پاڪ کي چا مان چا چوندو چوندو

٣- محمد کي معراج جي رات خالق
ڏني هٿ پيو صلي علي چوندو چوندو

٤- محمد جي تعظيم خاطر خدا خود
اٿيو پردي مان مرحبا چوندو چوندو

٥- مران هن جهان مان اڳي پوءِ اي "دادن"
رسولِ خدا جي ثنا چوندو چوندو

## اعليٰ بنت نبي ام المومنين حضرت فاطمه عليه السلام

ڪريان مان ناقص ثنا ڇا تنهنجي
اي پاڪ بيبي بتول امان

آ تنهنجو شوهر علي غضنفر
آ بابو تنهنجو رسول امان

١- تون امان حسنين جي اي امان
تون شافع دارين جي اي امان

اي فخرِ حوا اي فخرِ مريم
آ نور تو تي نزول امان

٢- معاف منهنجا ڪراء الله ڪان
ڪير جي گناهہ گنڌا

دعا هي منهنجي ٻچن جي صدقي
خدارا ڪر تون قبول امان

٣- هي بعد مدت جي دانهن تو کي
ڏيان ٿو پنهنجو سهارو سمجهي

مان امتي تنهنجي بابي اطهر جو
آهيان مجرم ملول امان

٤- رضائون خالق عطا ڪيون تو کي
پنهنجون سڀ اي شفا جي مالڪ

هي آهي اميد دانهن "دادن" جي
ڪين ويندي فضول امان

٥- مان ڪهڙو ڀي بي وقار بدڪار آهيان
پر سگ اوهان جو آهيان

ڪرڻ ٻڙن سين پلايون بيحد
آ تنهنجي گهر جو اصول امان

## نعت طلب مدينہ

مديني ڏي وڃڻ جي واسطي ڏاڍو خيال آهي
مديني ۾ مران هيءُ رب کي منهنجو سوال آهي

١- جمالِ حضرتِ يوسف ڀي چئجي ٿو ڪمال آهي
و ليڪن رشڪِ يوسف منهنجي حضرت جو جمال آهي

٢- نہ منهنجو آب دائو آهي ڪو شايد مديني ڏي
جو هوندي سوندي پهچڻ ٿي پيو منهنجو محال آهي

٣- محمد جي شفا مونکي اماڻيندي بهشت اندر
محمد جيئن ڪندو تيئن رب جي اڳيان بحال آهي

٤- نہ آرام آهي پنهنجي سر کي ساعت سنڌ ۾ "دادن"
حياتي منهنجي منهنجي واسطي هتڙي وبال آهي

## نعت مدينو منور

مونکي شال ڏاتر ڏيکاري مدينو
قسم آهہ ٿو ساهہ ساري مدينو

١- مدينو اهو جنهن ۾ روضئہ محمد
وهان ڪيئن هتي مان وساري مدينو

٢- مديني کي ويجهي پوڻ وقت ڏاڍو
ٿيان خوش پري کان نهاري مدينو

٣- مديني جا ماڻهو سيئي منهنجا سائين
وڏو شان ٿو شرف ڌاري مدينو

٤- پهاري جي هوندي مان ڏاڙهي سان "دادن"
ڪريان صاف سارو پهاري مدينو

## نظم "حاجين ڏانهن مخاطب"

مدينو ڏٺہ ان جو منظر ڏٺہ
ڏٺہ روضہ سرور نہ سرور ڏٺہ

١- ڏٺہ ڪعبہ پر ڪين پرور ڏٺہ
مصلا ۽ ديوار پٿر ڏٺہ

٢- نہ گهر وارو گهر واري جو گهر ڏٺہ
نہ ٻاهر ڏٺہ ۽ نہ اندر ڏٺہ

٣- نہ ڪي روح پنهنجي ۾ رهبر ڏٺہ
نہ ڪي دل جي ڪعبي ۾ دلبر ڏٺہ

٤- ڪنهين حد تائين برابر ڏٺہ
نہ لا حد جو عشق اڪبر ڏٺہ

٥- گهٽيون گهاٽ يثرب جا آئين گهمي
قسم کڻندي اکئين پيغمبر ڏٺہ

٦- ٻڌي وئين تڪبر جي درياہ ۾
ڏٺہ لهر لوڏا نہ بندر ڏٺہ

٧- نہ "دادن" جؤ ساقي نہ ساغر ڏٺہ
نہ ان جي سخن جو سمندر ڏٺہ

## نعت التجاءِ سکونت مديني ﷺ

ِنئين شل مونکي ماري خالق ِ اکبر مديني ﷺ
ڏسان سهڻو نبي جو مقبرو اطهر مديني ﷺ

١- هميشه واسطي ساڪن هجان جيڪر مديني ﷺ
اڱائي خاڪ تي پنهنجو ِوهان بستر مديني ﷺ
بنائي ويهجي چوڻو ڪکن جو گهر مديني ﷺ
وڃي پهچان رڳو مان هڪ دفعو هيڪر مديني ﷺ

٢- زياده چو نه چئجي آبرو عزت مديني جي
قسم آهي خدا جو مٽ نه آ جنت مديني جي
مريضن لاءِ آ خاڪِ شفا شفقت مديني جي
وڏي آ ياڳ واري ساري سڀ خلقت مديني جي
جو آهي دفن دو عالم جو پيغمبر مديني ﷺ

٣- مديني جون گهٽيون مان پنهنجي ڏاڙهيءَ سان پهاريندس
پري پاڻي هتن سان پاڻ حاجين کي پياريندس
مٺو نالو محمد جو پيو پلپل پڪاريندس
کڻي اک شوخ پنهنجي ڪينڪي ڪنهن ڏي نهاريندس
گذاريندس مان پنهنجي عمر بس ان پر مديني ﷺ

٤- گهران دم دم دعائون تو پيو ربِ الاهي کان
بچائيندو مونکي موجوده گردش جـي تباهي کان
هتان جو گهٽ تونگر آ مديني جي سپاهي کان
اي"دادن" ڏايو بهتر آ هتان جي بادشاهي کان
وڃي ڪنهنجو نہ ڪنهنجو ٿيهجي نوڪر مديني ۾

## خيرالوريٰ آهـي

اسانجو پيشوا محبوب مرســـل مصطفيٰ آهي
شفيع المذنبـي سيـــد حبيبِ ڪبريا آهي
١- هو آهي محب مولا جو ۽ فخرِ انبيا آهـــي
سڄو عالم سندس ئي نور سان ٿيو پر ضيا آهي
٢- شفا ناهي ثوابــن لئہ گناهـــن لئہ شفا آهي
اڳي پوءِ انبيائن جو مـــدد خيرالوريٰ آهي
٣- ادا "دادن" ڏکيندو ڇام احمد نہ تہ اسانکي تان
قبر ۽ ڪا قيامت جي خبر ناهي تہ ڇا آهي

## حيات آهي سيـد سرور

حيات آهي اسانجو سيـــدِ سرور اجا تائين
آ آجو موت کان الله جو دلبر اجا تائين
١- مديني ڏي نتو قسمت ڪري پرور اجا تائين
گهرائي پاڻ ڏي تو کين پيغمبر اجا تائين

٢- خدا کان بعد شان آهي تہ بس آهي محمد جو
نہ ٿيو آهي نہ ٿيندو ڪو سندس همسر اجاتائين

٣- نبي ڪانپوءِ بلال آهي ڪريو بي هوش تي جاتي
انهيءَ مسجد ۾ بيٺو آ اهو ممبر اجا تائين

٤- عرب جي سر زمين تي ڪيئي ڪفارن ڪيا جهڳڙا
مگر محفوظ آ ڪعبو خدا جو گهر اجا تائين

٥- رسول الله جي چائنث چمائيندو خدا "دادن"
گهڻي مدت ڪان پنهنجو ٿو جلي اندر اجا تائين

## قصهٔ هرڻي از خيال "دادن" مسدس

اي عاشق رسول پڙهو هي پڙل بيان
هڪ ڏينهن نڪتو سير تي سردار دو جهان
خدمت ۾ هئا فرشتا هو الله پاسبان
نازان هئي زمين ۽ هو بوسيده آسمان
جيئن پهتو جهنگ ۾ وڃي محبوب مهربان
قاتل ڏنائين ڦاهي ۾ هڪ هرڻي بي زبان

هڪدم حضور پاڪ ٿيو هرڻيءَ جو رازدار
آيو مٿانهون هرڻيءَ جي آقاءِ نامدار
دلدار بيڪسن جو اسيرن جو غمگسار
هرڻي ڏسي حضور کي روئي پئي زار زار
دلبر ڏنس دلاسو نہ خطرو خيال ڪر
ڪيئن ڦاٿي آهين ڦاهي ۾ هرڻي ڪو حال ڪر

هرڻي به عجز عرض ڪيو روئي اکيان عجيب
آيس ٻچا ڇڏي مان بکئي پيٽ لئه غريب
قاسي پيس مان اوچتي قاسي ۾ بد نصيب
ڪرڪا مدد تون منهنجي اي الله جا حبيب
آزاد ڪر تـــه ڪير پياري اچـــان وري
ٻچڙن کي پاڻ ســـاڻ قطاري اچان وري
واعدو ٻڌي هي هرڻــي جو محبوب ڪبريا
هتڙن سان ڇوڙي ڳنڍيون پيو ڦاهي جون مصطفيٰ
حضرت حبيب هرڻي کي ڇوڙي ڇڏيو صفا
ڪيڏو نه آهــي ٻـــا حبـا پيغمبر خــدا
هرڻي حضور پـاڪ کـان رخصت وٺي وئي
توري وڃڻ جي وا سنئي ؛ صت وٺي وئي
هڪدم ٻچن کي پهتي هٿي جـان چوهه جا
رئندي ٻچن جــي مـاءُ ٻـن کي چيو ابـا
آخر هي ڪير پــي وئــو منهنجا نندا ٻچا
شايد اوهان کـان ٿيـندي اوهان جي امان جدا
ضامـن حبيب رب جــو ڏئي آئـي آهيـان
آيس اجها حضور کي ڇڏــي آئـــي آهيان
قابـو هيـــس مـــان دام ۾ دلـــدار آئيـو
بس اوچتـي ائيـــن ڪنـــدي سردار آئيو
واهـــر وسيـلـــو آســـرو آثار آئـيـــو
منهنجي مدد ۾ منهنجـو مـــددگـــار آئيـو

چوڙي ڇڏيائين هٿن سين پيو رحم ڪيس ڪي
واعدو وٺي ورڻ جو آ ٻيهي رهيو اتي
ٻچڙن چيو اسان ٻه هلون تا ڪٿا امان
ڏيکار سو اسان ڪي حبيب خدا امان
ضامن جو تنهنجو آهه پيو با وفا امان
مارائيندو اسانکي نه سو با حيا امان
هرڻي چيو ٻچن ڪي يلي جان هلو ٻچا
اميد آهي تينتو يلي ڪان يلو ٻچا
هرڻي ٻچا وٺي ڪري واپس وهائيو
ماري ٻه هوڏهون اوچتي ان وقت آئيو
هرڻي ڏسي نه شور شڪاريءَ مچائيو
حضرت ڪي هيئن چيائن اي حضرت ٻڌائيو
قاتل هئي جا هرڻي سا آزاد ڪنهن ڪئي
اڄ روزگاري منهنجي آ برباد ڪنهن ڪئي
حضرت چيس اي ماري تون نادان ڪين ٿيءُ
انسان ٿي تون جهنگ جو حيوان ڪين ٿيءُ
هرڻي اچها اچي ٿي تون پريشان ڪين ٿيءُ
ضامن مان آهيان هرڻي جو حيران ڪين ٿيءُ
ماريءَ چيو ته ناهه اها ڪا خبر ڪري
ڪيئن جهنگ جو حيوان ٿو واپس اچي وري

پريان ائين ڪندي وئي اچي هرڻي باعيال
خدمت ۾ آئي ٻچڙا وٺي ننڍڙا نونهال
قدمن تي مصطفيٰ جي رکي سر ٿي پائمال
ٻنهي ويو عجب ۾ هسي ماري ڏسي مثال
با عجز با نياز بـا ادب بـا حجاب
ماريءَ چيو حضور کي تون ڪير آن جناب
حضرت چيس، ته منهنجي خبر خاص عام آ
احمد بہ منهنجو نام محمد بہ منهنجو نام آ
نازل مٿان ٿيو منهنجي خدا جو ڪلام آ
صلوات مون تي آه ۽ مون تي سلام آ
آ رب موڪليو ڪري رحمت جهان تي
پيو رحم روح ۾ اچي هن بي زبان تي
نالو ٻڌي حضور جو حيران ٿي پيو
ٻر وقت جي چوڻ تي پشيمان ٿي پيو
قدمن تي سر رکي ڪري قربان ٿي پيو
ڪلمو پڙهي نبيءَ تي مسلمان ٿي پيو
رخصت ملي وئي هرڻيءَ کي آزاد ٿي وئي
ڪيئن سا ڳي سا ڳي جهنگ ۾ آباد ٿي وئي

# حضرت علي جي شان ۾ "مسدس"

فرياد ڪريان توکي ٿو يا حيدر و صفدر
اي شير خدا بحر منهنجي مدد ڪر
تون ناطق قرآن صداقت جو سمندر
من ڪنت جي فرمان بموجب ٿئي افسر
بس ترس نہ اچ شبر و شبير جي صدقي
اصغر علي اڪبر علي بيشير جي صدقي

١- خيبر جي لڙائي ۾ تو مرحب کي متايو
اسلام وڌايو تو ڪفارن کي ڪنبايو
جو آيو اڳيان تنهنجي سو گهر ڪينڪي آيو
ڪعبي تو ڪفار جو هڪ بت نہ بچايو
مصحف ۾ مدح تنهنجي ڪئي خالق و اڪبر
تون سر خدا خاص يدالله غضنفر

٢- تلوار جي سر سر بڌي حيران ٿيو سر سر
جبرئيل ٿيو دربان ۽ فرمان ۾ فر فر
تو پيش اچي پيش پيو والي بر بر
اظهار سخي تو سندو اذڪار آ هر هر
تون والي ولايت ۽ ولين جو ولي تون
دنيا ۽ قيامت جو شهنشاه علي تون

٣- مشهور سڄي ملڪ ۾ آ قاتل انتر
تو در ٿيو گدا حاتم و جمشيد سڪندر

ٻيا آهي وڏو تو سندو القاب آحيدر
اڏ پورا ڪيا تو ٻه وٺي مهد ۾ ا جگر
برپا تو ڪئي جا بجا اسلام جي همسري
ڇا تنهنجي اڳيان آهه علي عام جي هستي

٤- اي اڪدهه ڪشا تنهنجو ڇا اذڪار ڇوان مان
ميدان ۾ سر دلدل هسوار ڇوان مان
انا و علي ثانيءَ سردار ڇوان مان
يا ياءَ ڇوان مان يا دلي يار ڇوان مان
ڏي گنج هم رنج ڀلا مون ڪان ٻري ڪر
حل منهنجي هي مشڪل اي سخي قرب ڪري ڪر

٥- تو ساري عمر مولا غريبت ۾ گذاري
پر غير کي هر وقت تو همت ڀئي ڏيکاري
تلوار سان ڪفار جي تو ڇال سڌاري
اسلام جي دنيا کي تو تهذيب سيکاري
منڪر نه مڃيندو ته مگر مان ته مڃان ٿو
فرمان الاهي کان نه ٻاهر ٿي وڃان ٿو

٦- لاريب وڏي شير خدا تنهنجي شجاعت
تو جهڙي نه ڪنهنجي آ فصاحت ۽ بلاغت
تو وانگي رڪوع ۾ ٿو ڪري ڪير سخاوت
ڪعبي ۾ ولادت ٿئين ۽ مسجد ۾ شهادت
آواز سڻو شاهه نجف منهنجي سدا جيءَ
ڪر غور ڪو هن پانهنجي نادار گدا جو

٧- سلمان کي تو شير جي چنبي کان بچايو
خيبر جي زبردست قلعي کي تــو اڏايو
شمشاد پهلوءَ جهڙي تو ڪافر کي ڪنبايو
آباد نبي تنهنجو قـدم سپ تــي سوايو
جبرئيل جو استاد، نصيري جو خدا تـون
حق ناهه جدا تو کان نه حق کان ٿي جدا تون

٨- تون نائي نبي پاڪ جو خاتون جو شوهر
مظلـوم پسـر تو سنــدا شبير ۽ شبر
مادر آ سندن احمدِ مختـار جــي دختر
ناياب سي ٻئي مرجل بحرين جا گوهـــر
ڪربل ۾ وڃي سر تي سوين سور سنائون
بي جرم ڪنا نانا جي امت جي هتائون

٩- ڪيڏو نه ڪيو قهر پڙهي ڪلمو ڪذابن
محشر ۾ اگهيان رب جي منجهه ايندا عذابن
هر گز نه شفا آهـي محمد جي متي تـن
دوزخ ٿي تري طول ۾ پل ياد پيـا ڪن
ياسين پڙهي ڪيئن نـــه مسلمان بيگـانہ
تيرن سان چٽن پيا وري ياسين جي معني

١٠- ڪيڏي نه ابن معاويہ دعوت ڏئي دغا ڪئي
سر نيزي تي ۽ قيد همہ آل عبا ڪئــي
ڌوڙي جي عدون پئي ڪٺي ايذي جفا ڪئي
ٿي شاهه تہ پيي نانا جي امت کي دعا ڪئي

مظلوم جو هڪ سر نہ اِهو نيزي نظر هو
تحقيق اِهو ساري مسلمان جـــو سر هو

١١— يا فخرِ شاهان ساڳي مان دنيا ۾ رهان تـو
جنهن دنيا ۾ تيو خون سخي تنهنجي ٻچن جو
ڏهون اِزن الاهي جي تڏهن تو کي صبر هو
نہ تہ شير خدا جا تون ڪرين جيڪي ٿئي سو
اي شاهہ شهنشاهہ تو کـي ساري خبـر آ
وَ الله نبي بعد نہ تو جهڙو بشـر آ

١٢— طاقت نہ مونکي آهي ذڪر ڪهڙوڪيان مان
پورو نہ ڪيان تيسين جو دم جيسين جيان مان
تو آبلِ شهيدان فـدا توتـــان ٿيان مان
صدقي تو شهيدن جي تو کي دانهن ڏيان مان
"دادن" جي اچي تو کي جي مشڪل ڪاڏسڻ ۾
اچ دير نہ ممڪن آ ذرا تنهنجي رسڻ ۾

## حيدر آ بقولِ "دادن"

اگر گهر علم جو احمد مگر در آ تہ حيدر آ
يد الله فوق ايديهم جو اظهر آ تـــہ حيدر آ

١— علي اعلي علي آهي علي منهن ۾ ريـــا آهـي
علي مشڪل ڪشا آهي عنـي والي ولا آهـي
علي حاجت روا آهي بلڪ بدرو د جـــي آهـي
علي هادي هدي آهي علي شيرِ خدا آهي

علي شافي شفا آهي علي دارون دوا آهي
غريبن ۽ يتيمن جو جي ياور آ تہ حيدر آ

٢- علي الله جو پيارو وڏي همت ۽ دل ڍارو
هڻي تڪبير جو نعرو ڪنبايو ڪفر جنهن سارو
هڻي هرگز نہ هاڪارو ڪري مردود تي مارو
نہ اوڀارو نہ لهوارو لڙي چؤ طرف چوڌارو
ڏيا اسلام جو تارو پلارو پرجهلو پارو
اسان جو مصطفيٰ يارو سدا سردار سوڀارو
هجوم غير تي غالب غضنفر آ تہ حيدر آ

٣- علي کي پيشوا سمجهو علي کي رهنما سمجهو
علي کي خوشنما سمجهو علي کي باسفا سمجهو
علي کي اوليا سمجهو علي کي ابتدا سمجهو
علي کي انتها سمجهو علي مخفي سفا سمجهو
نصيرن جو خدا سمجهو اڙي غافل تو ڇا سمجهو
سنيالي هل مري ويندين ببر نر آ تہ حيدر آ

٤- علي جي شاد ٿي شادي سندس گهر ۾ نبي زادي
عدو جي لاءِ بربادي ۽ مومن لاءِ آبادي
علي وحدت سندي وادي علي وٽ ڪيئي فريادي
علي وٽ ناهہ بي دادي ڪري هيئن ڪير امدادي
ڏئي قاتل کي آزادي لتا شربت اچي گادي
تعصب خور سان تعدي ۽ مومن لاءِ آبادي
مظفر ”دادنا“ اظهر مدا بر آ تہ حيدر آ

# فضائل علي عليه السلام

جسارت هن کي چئبو آ جلالت هن چئبو آ
صداقت هن کي چئبو آ سخاوت هن کي چئبو آ

١- نبي جي بستري تي پيو سمهي دشمن جي گهيري ۾
اطاعت هن کي چئبو آ عبادت هن کي چئبو آ

٢- قدم مهر نبوت تي رکي ڪئين بت پڳا حيدر
وزارت، هن کي چئبو آ ولايت هن کي چئبو آ

٣- چيو مولا چڙهي ميمبر تي آهي ڪو پڇي مونکان
فصاحت هن کي چئبو آ بلاغت هن کي چئبو آ

٤- رڪاب از تا رڪاب آقا پڙهي قرآن ڪيو پورو
ڪرامت هن کي چئبو آ تلاوت هن کي چئبو آ

٥- علي سائين جي شفقت سان ڪوتا پيي ڪرا ٿي پيا
حمايت هن کي چئبو آ هدايت هن کي چئبو آ

٦- اڪيلو لاش نبوي کي ڇڏي ويو ڪينڪي موليٰ
رفاقت هن کي چئبو آ قرابت هن کي چئبو آ

٧- لئا شربت اچي گادي ڏنئي قاتل کي آزادي
شرافت هن کي چئبو آ شجاعت هن کي چئبو آ

٨- ڪري قصاب تو حملو نتو حيدر چوي ان کي
عدالت هن کي چئبو آ عنايت هن کي چئبو آ

٩- تونگر ۽ گدا جو فيصلو يڪسان آ "دادن"
خلافت هن کي چئبو آ امامت هن کي چئبو آ

## شان علي

علي جو مان غلام آهيان علي منهنجو امام آهي
سوا در حيدر و صفدر ڏسڻ پيو در حرام آهي

١- علي با احتشام آهي علي با احترام آهي
علي دائم مدام آهي علي قائم مقام آهي

٢- علي آ ذات جو مظهر علي آ نور پيغمبر
علي اطهر علي اڪبر علي خيرالانام آهي

٣- علي آهي ولي الله علي فخر خليل الله
علي آهي لسان الله علي ناطق ڪلام آهي

٤- عجيب آهي مجيب آهي اديب آهي حبيب آهي
نقيب آهي نجيب آهي حقيقت جو نظام آهي

٥- علي جي مئه جو جنهن "دادن" ڪيو پرنوش جام آهي
اهو زنده قسم آهي خدا جو تا قيام آهي

## صداقت علي جي

پسند آ خدا کي صداقت علي جي
آ افضل ڪان افضل عبادت علي جي

١- سندس در تان خالي سوالي نه موٽيو
بيان ڇا ڪريان مان سخاوت علي جي

٢- ٿيو تعمير ڪعبه علي جي ڇمڻ لئه
ٿئي ڪاٿي ها نه ته ولادت علي جي

٣- اٿڻ جي ادب سان اڳيان مصطفيٰ جي
هئي بطن مادر کان عادت علي جي

٤- سو رحمت ۽ شفقت جو حقدار ناهي
رکي ٿو جو دل ۾ عداوت علي جي

٥- نه تخت ۽ نه تاج و نه پارس ٿو گهرجي
فقط مونکي گهرجي عنايت علي جي

٦- اهو ويندو جنت ۾ ڪيئن ڪسيتائين
نه هوندي جنهينکي اجازت علي جي

٧- نبي ۽ عليءَ جو آ هڪ نور "دادن"
زيارت نبي جي زيارت علي جي

## ڏنم پيهڪ پاڻا

ڪٿي هوت هنج مان اوٺي ويا اڏاڻا
ڪندي پنڌ پرين تيم سند ساڻا

١- پري سات آيا تيا مهمان منهنجا
ڦري ويا ڦٽي ڪي اديون ڏير اهنجا
اويلڙ اسر جو وني ور سڏاڻا

٢- تيس پاڻ اڻ چاڻ ڪيم ننڊ بياري
مون غفلت ۾ گهاري سڄي رات ساري
صبح جو سنياليم ڏنم پيهڪ پاڻا

٣- تا "دادن" اکين مان وهن نير نيڪر
ڪوهيارل جي سر ڪاڻ هڪوار هيڪر
جبل منجهه جبرا اڏيندس اڏاڻا

## علي آ نـہ ڀيو آ

مشڪل ۾ مددگار علـي آ نـہ ٻيو آ
تڪ تنار ۾ آڌار علي آ نـہ ٻيو آ

١- سردار جـو دلـدار علـي آ نـہ ٻيو
وارث ۽ وفادار علـي آ نـہ ٻيو آ

٢- احمد جو وصي آهي ولي آهي خدا جو
غمگين جو غمخوار علي آ نـہ ٻيو آ

٣- آ جسم ٻي ۽ جان ٻي نالي ٻي اخي ٻي
مختار ۽ مهندار علـي آ نـہ ٻيو آ

٤- آخر ۾ وڃي ڪير ٿيو فاتح خيبر
هر جنگ ۾ اظهار علي آ نـہ ٻيو آ

٥- ويو جنگ احد ۾ نہ ڇڏي شاهہ امم کي
يارن ۾ سچو يار علي آ نـہ ٻيو آ

٦- آهي ٻيو خلافت جو نہ حقدار اي "دادن"
جي آهي تہ حقدار علي آ نـہ ٻيو آ

## فضائل علي

علي جو وڏي ۾ وڏو شان آهـي
شهادت لئہ فرقان يـزدان آهـي

١- علي ڪل مومن جـو ايمان آهـي
نبي پاڪ جو اهڙو فرمان آهـي

٢- کيو جنهن علي راهه جو آهه رهبر
انهيءَ لاءِ منزل تي آسان آهي

٣- کندي گردش آسمان ڇا انهيءَ کي
علي سائين جنهن جو نگهبان آهي

٤- قسم آهه الله جيءَ آ علي جو
جو الله جي گهر جو سامان آهي

٥- نه جنهن دل ۾ آهي علي جي محبت
اُها دل ائين سمجهو ويران آهي

٦- علي سائين جنهن تي مهربان آهي
ڇوان ڇا اهو ڇا ٻئون ڇا ڇا نه آهي

## رباعي

جدا ٻه اکيون آهن ڏسڻ هڪڙو آهي
جدا ٻه ڪن آهن ٻڌڻ هڪڙو آهي
تون تيئن سمجهه بس مصطفيٰ کي علي کي
ٻه ناهن ٻنهن جو هجڻ هڪڙو آهي

## نعت بحضور سرڪار دو جهان

محمد مصطفيٰ سهڻو حسين آهي حسينن ۾
سندس ثاني نه آهي آسمانن ۾ زمينن ۾

١- سندس جي سهڻي صورت پاڪ جو ڪهڙو بيان ڪريان
ثنا ساراه سرور جي زبان سان ڇا عيان ڪريان
نه ٻورو شانِ احمد تيندو هفتن ۾ مهينن ۾

٢- نہ ثاني حسن حضرتؐ جو آ يوسف ماه كنعاني
بشر جي آهہ صورت ۾ مگر آ نور نوراني
هي محبوبِ خدا محبوب آهي مه جبينن ۾

٣- اڙي پيا حجر اسود جي كڻڻ تان سڀ قريش اعظم
كڻايو سيني كي حضرت وجهي چادر ۾ سو هڪدم
ٽٽو جهڳڙو ڏسو كيڏو امين آهي امينن ۾

٤- سدا سر سبز آ اسلام جو گلشن اچا تائين
خدا جي فضل سان محفوظ اي"دادن" اچا تائين
امانت عشقِ عربي آ مسلمانن جي سينن ۾

## ذكرِ حسين

شهيدن جي مٿان روئندو محمد مصطفيٰ آيو
بطول آئي ۽ ان سان گڏ علي المرتضيٰ آيو

١- رسول الله جنهن تي مينهن جون ڪٽيون نہ سهندو هو
كٽي خنجر مٿان ان جي شمر بد بي حيا آيو

٢- ننگي سر عام "باوهہ" ۾ كيئن آئي زينبِ اطهر
مسلمانن مان كنهنكي پي نہ بيبي تي حيا آيو

٣- غضب آهي عجب هي تو وڏو ڏاڍو لڳي "دادن"
تہ ناحق خون سيد جي مئون هٿ امت كي چا آيو

## تنبو ۾ آئيو

ڪربلا ۾ گهر نبي جو ظالمن ڪيرائيو
ساڻ سهرن جي وچي ڪيئن گهوٽ رڻ ۾ گهائيو

١- آب لئہ امت اڳيان ويو آڻي ٻچڙو حسين
سچ ڪري جهولي سڃي مولا تنبوءَ ۾ آئيو

٢- پيڻ جڏهين ياءَ جي وئي لاش تي دانهون ڪندي
نو دفعا پٽ تي ڪري پئي ڪنهن نئين پرچائيو

٣- "دادنا" امت نبي جي ڪين ڪئي ڪجهہ يي شناس
توڙي ممبر تي چڙهي سرور سچي سمجهائيو

## مهر نبوت تخلص "دادن" شاعر سنڌ

امت اگرچہ ايذي مصيبت ڪندي رهي
ليڪن زبان امام جي امت ڪندي رهي

١- تاڪيد جن جو مهر نبوت ڪندي رهي
افسوس تن سان چا چا نہ خلقت ڪندي رهي

٢- اهل مديني وارا چون تا ڏهين جي ڏينهن
دانهون رسول پاڪ جي تربت ڪندي رهي

٣- توڙي تي ظلم هيترو هيئن گذريو "دادن"
آل نبي تہ يي نہ شڪايت ڪندي رهي

## مسدس مرثيه از خهال "دادن"

ڪجهه لک اي قلم قصهٔ ستم راز عيان ڪر
ڪنهن ياد ۾ اڄ پيدا ڪو عبرت جو جهان ڪر
مس جا جي وهن ڳوڙها پني تي سي روان ڪر
ڪر چوب زبان واقعي ڪربل جو بيان ڪر
ڇا حــال تيو آل جو امت جــي هٿائون
ڪيڏيون نه گهليون گهوريون وڇوڙي جون هوائون

تي نقش قيامت جــو ويــو منظر دعوت
دعوت جي بهاني ۾ هئي پوشيده عـداوت
قاتل تي امامت جي مسلمــان جمـاعت
عالم جا هئا حافظ پي ها ڪي اهل بغاوت
پيشم پاڪ نه منظور نجاست جـي اطاعت
باطن جي اکيان ڪين جهڪيون شان امامت
ڏاڍي ها فلڪ حشر ڪي برپا پي ڪري ها
ڀي ٻني ها ايئن شاهه اگر ڇا پي ڪري ها

پاڻي جو پيو پيدا هو دريا پي ڪري هـا
في النار هم لشڪر عادا پي ڪري هـا
برداشت ڪيئين سيڪي مچي امر قضا کي
سر پنهنجو ڏئي راضي رکيائين پنهنجي خدا کي
لبيڪ چئي سر پي ڏنائين گهر پي ڏنائين
قاسم پي ڏنائين علي اڪبر پـــي ڏنائين
معصوم ٻچو بـــي خطا اصغر پـــي ڏنائين

کنهن کان جي محبت ۾ وفا ٿئي ته ائين ٿئي
ميدان ۾ عاشق جي ادا ٿئي ته ائين ٿئي
الله کان قرباني ڪرڻ ۾ نه گهٽايئين
جيڪي به هيو شاهه ڪي سو سڀ ڪي لٽايئين
نانا جو ڇڏي روضو وڃي ويران وسايئين
ماتم نه ڪيائين حال تي ڳوڙها نه وهايئين
امت کي نه احساس ٿيو فرزند نبي جو
صحرا ۾ لٽيئون سات حسين ابن علي جو
امت نه ڏنو پاڻي محمد جي چمن کي
موتي کي چنبيلي کي ۽ رابيل رتن کي
ڇڏيو نه خزان گل کي نڪي شاخ کي پن کي
خارن جا لڳا تير تي بلبل جي بدن کي
مالهي به گلستان مئون تي مايوس هليو ويو
کو شام هليو ويو کو وري طوس هليو ويو

## بيت "دادڻ"

جيم جناب تي پيڻ شتاب جڏهن لاش شبير تي آئي
هي روايت جهڻ پئي بيبي نو واري زهران دي جائي
رو رو آکهي نانا سائين اڄ لٽي زينب مائي
"دادڻ" بچڙي علي دي روئي ميت پرادي چائي

## بيت "دادن"

لعنت هووي شمرا شاهہ شبير دے ڪٺي
شفقت تئين تے مول نهين تيڏهون پنجتن پاڪ هن رنئے
صدبار شڪر سردار پڙهے توڙے بدل تيران دے آئے
"دادن" حبدار حسين دے هوسن جنت دے وچ ڪٺے

## يا حسين

چا لکي منهنجو قلم تنهنجو فسانو يا حسين
سات يثرب کان ٿيو ڪربل روانو يا حسين
سان هو جنهن ۾ خدائي جو خزانو يا حسين
خضرتِ عباس ۽ عابد يگانو يا حسين
قاسم و اصغر علي اڪبر جوانو يا حسين
زينب و ڪبريٰ سڪينا شهربانو يا حسين

١- ڪربلا کان آئيو قاصد ڪبوتر بي قرار
پر پسائي خون سان گريان ٿي بي اختيار
ڏسڻ سان سمجهي وئي صغران خاڪ پائي چوڙي وار
وئي رسول الله جي روضي ڏي روئندي زارو زار
رت روئي روضي اندرپيو تنهنجو نانو يا حسين
چا لکي منهنجو قلم تنهنجو فسانو يا حسين

٢- چاڪري سگهتدس مان "دادن" ختم قصهء ڪربلا
هن حقيقت ڪي تو چاٿي مصطفيٰ ۽ مرتضيٰ
تي وئي دعوت مئون عداوت گڏ تي فوج عشقيه
سات قاسم گهوٽ جي شادي جا سڀ سهڻا ٿيا
خون سان ملجي ويءِ ميندي ۽ ڳانو يا حسين
چا لکي منهنجو قلم تنهنجو فسانو يا حسين

## شبير نڪتو خيال دادن

ڏڪارو ٿي خيمي مان شبير نڪتو
ڏئي داغ همشير کي وير نڪتو

١- هٿن تي کڻي طفل بيشير نڪتو
چا پاڻي جي ڏيک واسطي پير نڪتو

٢- عمر صاد جي نالي خيمي مان هرمل
کڻي تير بي پير خنزير نڪتو

٣- گلي خشڪ ڪان پار جيئن تير نڪتو
لکن ٿا ته گڏ خون سان کير نڪتو

٤- بچو باقي پنتي نئين بيمار عابد
سو پيي عشق جو پائي زنجير نڪتو

٥- ڏسي خاڪ ۾ سهرا قاسم جا "دادن"
ٿي ڪبريٰ جي نيڻن منجهان نير نڪتو

## مصطفيٰ روئي ڏنو خيال "دادن"

گهوٽ قاسم جي مٿانهون مصطفيٰ روئي ڏنو
۽ سندس ڏاڏي عليٰ المرتضيٰ روئي ڏنو

١- تازا سهرا تازي ميندي تازي ڳاني کي ڏسي
ڏاڏي زهران بابي حسن المجتبيٰ روئي ڏنو

٢- ٿي رنو شمس و قمر تارا ڪتيون تيزو تمڪڙ
بحر بر قلزم مگر ارض و سما روئي ڏنو

٣- ٿي رنو ڪبريٰ سڪينه بانو ۽ دائي فضا
پيڙ بيبي زينب ۽ زين العبا روئي ڏنو

٤- لاش بنري جي مٿان شبير کي روئندو ڏسي
عالم ارواح ۾ سڀ انبيا روئي ڏنو

٥- ٿي رنو جن و بشر شجر و هجر ديو و پري
ڪوهه صحرا "دادنا" باد صبا روئي ڏنو

## ڪين هارايو حسين از خيال "دادن"

موڪلائي نانا کان پو سات سنبرايو حسين
دين نانا جي تي پنهنجو پاڻ مارايو حسين

١- دشمنن جي فوج ۾ لک بيٺو شڪرانه پڙهي
پٽ عليٰ المرتضيٰ جو زهرا جو جايو حسين

٢- سر ڪٽايو گهر لٽايو دين جي ڪارڻ حسين
سر ڏئي بازي کٽي ويو ڪين هارايو حسين

٣- ظلم اولاد علي کيڏا سٺا مظلوم حسين
بددعا ڪئي ڪينڪي گهٽ وڌ نه ڳالهايو حسين
٤- "دادنا" قادر جي ڪئي ڪان ڪنڌ نه ڪيرايو حسين
سڀ ڪي پنهنجو پنهنجي هٿ سان ٻيهي اڏرايو حسين

## امر نه هو

امت کي آل واسطي اهڙو امر نه هو
هي گهر نبي جو هو وڻه امت جو گهر نه هو
١- تن ڪنئون ڇو ظالمن کي ٿيو ڪوئي حضر نه هو
جن جي مٿانهه ڪنهن به پکي جو گذر نه هو
٢- ڪجهه ڀي شرم نه شاهه جي ٻاري ۾ ڪيس پيو
ٻي پير هو يزيد سندس پير گهر نه هو
٣- سڀ دست ڪربلا ۾ ڏيڻ لاءِ "دادنا"
خالي سخا ڪان حيدر و صفدر جو در نه هو

## منقبت "دادن"

بحر عنايت ثمر هدايت علي ولايت مآب نذري
شهر ڪه شر شر پوڪاري دم دم وه آب زم زم
دا آب نذري.
علي هے برتر علي هے اڪبر علي هے انور علي رهبر
هے سک گهر گهر
تے چرچا در در مصحف اندر به مثل سر سر مريندا
فر فر تے نعرے
ڪر ڪر قري ببر نر گروه اڪفر شقيباندي سر سر
عقاب نذري

## نعت

ٿو جيئن سونهين سدائين آسمان چنڊ ۽ ستارن سان
ٿو تيئن سونهين سدا سرور سڀورن چئن يارن سان

١- شفيـــع المذنبيـــن سيـــد ميـــدان قيـامت ۾
اگهاڙن سر ڪنو هوندو گنهگـارن ويچارن ســان

٢- لڙيو الله ڪارڻ ڪيئن پيادو ٿي سوارن سـان
هي هڪ هو هڪ خدا سان ۽ هيا هوڏهون هزارن سان

٣- مرڻ کان اڳ ۾ اي "دادن" خدا کي هي سوال آهي
اکئين هيڪر ڏسان روضو محمد جو منارن ســان

## ظالم ڪندا رهيا از خيال "دادن"

چا چا امــام پاڪ سان ظالــم ڪندا رهيا
هڪڙي جي لاء فوج کي فالم ڪندا رهيا

١- چئــــي هئه حسين پنهنجي تربت شريف ۾
خاتون علــي نبـي ٿئي ماتم ڪندا رهيــــا

٢- اڄ ڏينهن تائين ڪيترا ماڻهو ڏهين جي ڏينهن
هڪڙا خوشيون ڪندا رهيا ٻيا غم ڪندا رهيا

٣- زهران جا لال هيڏي مصيبت مان "دادنا"
محڪم ٿي دين نانا جو محڪم ڪندا رهيا

## بيت "دادن"

ترڻ بنا تار ۾ ڪٽي پاڻ چڙيوم
ساهڙ کي سڏيوم ٻڏڻ ويل ٻار ۾

## مصائب از خيال "دادن"

سڻ قصہ ڪرب بلائي - ذرا شاه دي ويک وفائي
من اذن عظيم الاهي - ڪيتي پير حسين ادائي
ميڏے مولا ديان مظلوم ڙيان، شهزاديان مالڪ عرب ديان
کي شام گهيان ڪيطوس گهيان، سر بار غمان دے چائي
ڏي حيدر دي مان دردان دي، ڏکي زينب مائي مرضاندي
اولاد آهي لاغرضاندي، غم وير دي مار مڪائي
جهل تير صغير سوايا، چا اصغر سيس ولايا
سڏ مار ڪي رو فرمايا، ول امڙي امڙي چائي
ڊج "دادن" ڳالهہ ڪريندا هان، احوال سمورا نہ ڏيندا هان
مين مومن مردا ويندا هان، ايهہ بات هي مشڪل پائي

## قطعہ ڪو نزلو آ "دادن"

نئون روپ نئين چال نئون ڍونگ آ نئون ڍنگ آ
عدالت جو امانت جو ديانت جو ٿيو دنگ آ
پيو ڪم آهہ اهڙن موذي مرض جا وچي "دادن"
ڪو نزلو آ ڪو لقوو آ ڪو مرگهي آ ڪو اڌ رنگ آ

## بعن سان رسول، خدا ڪهڙندو هو "دادن"

نہ پارن سان نورالهدیٰ کيڏندو هو
اگر کيڏندو هو جدا کيڏندو هو

١- سڏڻ ايندا ها مڪي جا پار ليڪن
نہ ڪنهن سان وڃي مصطفيٰ کيڏندو هو

٢- ڪتين سج ۽ چنڊ تارن سان مرسل
وڃي خاتم الانبيا کيڏندو هو

٣- حويلي ۾ حضرت اڳيان آمنہ جي
کڻي پنهنجي ننڍڙي عصا کيڏندو هو
اي "دادن" ڪنهينڪي ترلت ۽ ڪنهينڪي مڪ
بتن سان رسول، خدا کيڏندو هو

## ايمان تہ آهي "دادن جو تخيل

بدڪار اگر آهيان ايمان تہ آهي
هن سيني ۾ سڪ سوز جو سامان تہ آهي

١- صورت ۾ بدلجي نہ ٿيو حيوان تہ آهي
انسان اجا شڪل ۾ انسان تہ آهي

٢- هر وقت شريعت جو نہ پابند آ ليڪن
هر ڪلمي پڙهڻ وارو مسلمان تہ آهي

٣- ديوانئہ محبت کي رهڻ لاء جهان ۾
آهي نہ خيابان بيابان تہ آهي

٤- هي ڪيڏو بہ "دادن" آ گنهگار خدا جو
پر سرور، عالم جو ثنا خوان تہ آهي

## بيت "دادن"

چڱن تہ چڱايون ڪيون پر منهنجون مدايون
ڪوڙين ڪسايون، هڪڙي ناءِ حساب ۾

## منقبت شانِ قلندر "دادن" فقير

چــا نــہ آهــي اوليـــا الله جو اڄ يادگـــار
چا نہ آهي شهنشاهہ اعظم جــي شادي شانـــدار
رشڪِ گلشنِ ڏسجي ٿو ميلي جو منظر خوشگوار
آهي سيوهڻ جي عجب سينگاربل هر هڪ بازار
ميلو آهي عرس آهي ڪاڄ آهـي گهوٽ جو
ڪوڏڙيون ڪستا ۽ ڳانا ڏاڄ آهي گهوٽ جو
هي آها هستي آ جنهن تي مرتضيٰ جو راز آ
هي آها هستي آ جنهن جو عرش تي پرواز آ
هي آها هستي آ جـهنکي چئجي حيلہ ساز آ
هي آها هستي آ جنهنتي سنڌڙي کي نـاز آ
عاشقن ۽ عالمـــن ۽ عارفـــن ۽ تـاجـــدار
حافظـن ۽ شاعـــرن ۽ سالڪن ۽ تابـــدار
آدميت ۽ پـرنـــده بـــاز پـــر شهبـــاز آ
هن جي اڳيان دين جو دشمن ڪڪڙ ۽ ڪاز
نعره حق نعره قلنـدر مست جو آواز آ
فيض جو هنڌڙي هميشه چڻ جديد آغاز آ
هن جي در تئون ڪيئي لک مفلس تونگر ٿي ويا
جن رياضت ڪئي مي قطري مان سمندر ٿي ويا

سنڌ ۾ آيو هلي تنهن باگ ٻرتن سنڌ جـــا
گڏ ٿيا چاچي اچي اڄ دوست دلبر سنڌ جا
ڪي امير ۽ ڪي غريب ۽ ڪي زرنگر سنڌ جا
هر جليس آهن سنڌين ســـان مهـاجر سنڌ جــا
هڪ خدا ۽ هڪ نبي سيني جو هڪ قرآن آ
هڪڙي جو نقصان سمجهو سيني جو نقصان آ

ڇا لڪان ٿوري پئي تي لال جي مان شان ۾
قوت حيـــدر غضنفر آه سيوسنـــان ۾
حب مئون آيا هلي جي لال جـــي ميدان ۾
تن جون ٿيون اميدون پوريون آن سان هڪ آن ۾
جو سوالي ٿو اچي سو ڪين خالي ٿـو وڃي
ڪير پهچي جاڻي هن در جو ڏمالي ٿو وڃي

## لال قلنــدر

اي شاهه شاهان پيرِ مغان لال قلنــدر
لاثانـي لقب تنهنجـو آ لجپـال قلنــدر

١- هت شاهه نجف بلڪ مدينو ٻيي خرم ٻيي
مومن جو ٿئي حج ٿو هر سـال قلنــدر

٢- اُٿ غير جي قبضي ڪـان ا قصي ڏي چڏائي
ڪـڻ ڏاڏا جـي تلوار زره ڍال قلنـــدر

٣- آهيون نه ڪجهاتو ڪان تون پنهنجو ڪرم ڪر
ڪر پنهنجا ٻرن ساڻ ڀلا ڀـال قلنــدر

## فرد منتخب پاڳل "دادن"

سياڻن جي سياست کي ڏسي ڇڏيوسين بس هاڻي
کو کو پاڳلن جي پارٽيءَ مئون منتخب پاڳل

## مدد کر دادن فقير"

شهنشاهه شهباز منهنجي مدد کر
اي حيدر جا همراز منهنجي مدد کر

١- قسم ٿئي علي جو علي جي ٻچن جو
طبيعت آ ناساز منهنجي مدد کر

٢- دوا کين کنهنکان کرايان تو آقا
اوهان ۾ اٿم آز منهنجي مدد کر

٣- قطب مست ۽ رند اولياءَ کن تا
اوهان جي مٿان ناز منهنجي مدد کر

٤- هي راڻ کان "دادن" جا سيوهڻ ۾ سهٽا
تون ٻڌ جلدي آواز منهنجي مدد کر

## مفرح نام احمد جو "دادن"

رسول الله جو ثاني نه همسر کو جهان اندر
فلڪ اندر زمين اندر بلڪ کونو مکان اندر

١- پڙهن صلوات کي تا سڀ فرشتا آسمان اندر
مفرح نام احمد چام جو هرهڪ بيان اندر

٢- مونکي پنهنجي پيغمبر جي محبت جسم جان اندر
جگر اندر ۽ دل اندر زبان اندر دهان اندر
٣- سندس جي شان جو نغمه ٻڌم هر هنڌ ۾ "دادن"
بيابان ڪوهه اندر صحرا اندر بوستان اندر

## فرد

ڪنهين جي درد جو ڪنهنکي خيال ڪونهي ڪو
بچاء يا خدا ماڻهن جو حال ڪونهي ڪو

## پنڌ اکيرو آهي "دادن"

تڪڙ ڪر ڪين طالب عشق جو پنڌ اکيرو آهي
نه تو ۾ ذوق ذاتي ذڪر ذاتي جو ذرو آهي
١- ڏٺي جان ڏيل ۾ ڏسجي اندر تئي جو ترو آهي
وڏي جهل آ فقيري جي جو ڪوڙو پيي ڪرو آهي
٢- گهمين ٿو ڏينهن سارو رات ساري ٿو سمهين غافل
خدا جي ياد ڪان توکي چڙهيو پيٺو ٻرو آهي
٣- ڪريو جنهنجي جهگي تي آسرو تنهنجو ڇڏيو لاهي
محبت عشق جو "دادن" گهڙو گهورو گهرو آهي

## بيت "دادن"

... ماڻهن منجهان ميٺ موڪلائي منهن ڪيو
ڏنگي تي ڏيٺ ويو قرب قريب مٺون

# ڪن ق وڏو آ "دادن"

آيو عشق ڪلنگيون ڪلاھ ڪري
وٺي لشڪر ساڻ سپاھ ڪري

١- ڪٿي رانجھن چاڪ سڏائي تو
ڪٿي مجنون جھنگ وسائي تو
ڪٿي سر فرھاد سھائي تو
نہ تو پربت جي پرواھ ڪري

٢- ڪي گھوٽ پيڙائي گھاڻي تو
ڪي سورھيہ سولي آڻي تو
ڪنھن جي ذات ڪذات نہ چاڻي تو
منجھہ شوق شھيد تو شاھ ڪري

٣- نہ ڪي ماگ ڏسي نہ مڪان ڏسي
نہ ڪي شان ڏسي نہ ڪي مان ڏسي
نہ ڪي جسم ڏسي نہ ڪي جان ڏسي
نہ پناھ گھري نہ گواھ ڪري

٤- قاڙيو عين بينو آ وات سندس
آھي شي بہ ڪرت ۽ ڪات سندس
ڪن ق وڏو آفات سندس
سوگھا سردارن جا تو ساھ ڪري

٥- پھريان عشق خدا کي پيدا ٿيو
اچي عربي جي مٿان شيدا ٿيو
پوءِ ھي سارو جھان ھويدا ٿيو
ڏس "دادن" نيڪ نگاھ ڪري

## بيت "دادن"

هڪ ڦريل پيو فراق تين جانب جدائي
آهي اجائي جيڏيون جيئڻ جهان ۾

## عجب زمانو مزيدار آهي مسدس دادن

عجب اج زمانو مزيدار آهي
ڪو اغيار آهي ڪو دلدار آهي
ڪو غدار آهي ڪو غمخوار آهي
ڪو هشيار آهي ڪو بيڪار آهي
ڪو زردار آهي ڪو نادار آهي
عجب اج زمانو مزيدار آهي

اُتيئي محبت اُتيئي عداوت
اُتيئي رفاقت اُتيئي بغاوت
اُتيئي حڪايت اُتيئي شڪايت
اُتيئي شرافت اُتيئي شرارت
ڏيو ياءُ ڪان ياءُ بيزار آهي
عجب اج زمانو مزيدار آهي

مٿن مائٽن مان هلي وئي محبت
اُتيئي آ اُلفت اُتيئي آ ڪلفت
پيارو آ پئسو نہ آهي اُخوت
ڪلن تا سڄي تي خدا جي آ قدرت
سڄي مائهو ڪان سڀڪو بيزار آهي
عجب اج زمانو مزيدار آهي

ڪي شيعا ڪي سني ڪي دهريا وهابي
ڪي سچا صحابي ڪي ڪوڙا ڪسابي
انهن کان سوا پيا پيي ڪيئي ڪتابي
ڪڏي ملڪ مئون ڪين سگهيا خرابي
تباهي جو ڪارڻ هي تڪرار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

ڪو عادل هزارن ۾ عادل ڏسان ٿو
ڪو ڪامل هزارن ۾ ڪامل ڏسان ٿو
ڪو عامل هزارن ۾ عامل ڏسان ٿو
انهيءَ سان به شيطان شامل ڏسان ٿو
جي خود پاڻ ناهي ته مٽ يار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

نئون روپ آهي نئون رنگ آهي
نئين چال آهي نئون ڍنگ آهي
پين پيي پٽن ڪي ڪيو تنگ آهي
ڏين جي مٿي ماءُ سان جنگ آهي
هي ”دادن“ قيامت جو آثار آهي
عجب اڄ زمانو مزيدار آهي

## قطعہ ملاوت

رفاقت ۾ ملاوت آ قرابت ۾ ملاوت آ
صداقت ۾ ملاوت آ سياست ۾ ملاوت آ
عدالت ۾ ملاوت آ امانت ۾ ملاوت آ
اي ”دادن“ چا ڪجي جو خود ملاوت ۾ ملاوت آ

## بيت ”دادن“

الله تنهنجو آهيان گنهگار غريب
نہ ٿم ڪتنب قريب اٿم تنهنجو آسرو

## مرڻو آ توکي ”دادن“

سفر مسافر ڪرڻو آ توکي
پنڌ پرائو پرڻو آ توکي

١- دنيا ۾ تون چا چا ڪرين ٿو
ڪم نہ ايندئي سي جن لئہ مرين ٿو
مر تون الله لئہ جي مرڻو آ توکي

٢- ڪاڏي ويا سڪندر ڪاڏي ويا ساٿي
ڪاڏي ويا گهوڙا ڪاڏي ويا هاٿي
وئي ڪانپرءِ هيڏي نهورڻو آ توکي

٣- ” دادن “ باقي چا هي هاڻي
چاڻ مئين تون اڄ يا سياڻي
قبر جو لکيل پرڻو آ توکي

## فرد "دادن"

مزو ياد تنهنجي جو ورتم گهٽوئي
هينئر مونکي تنهنجو تو ديدار گهرجي

## اکر انور دا "دادن فقير"

وه واه درس ڏنم دلبر دا
سهي سيني وچ ثابت پڙهيم الف اکر انور دا

١- شيش محل ڪثرت والا توڙيم
خود پرستي خيما ڪوڙيم
چوڙ جسم اتان جاء وچ جوڙيم
راز جتان رهبر دا

٢- پر پيالا مئہ والا پيتم طرق ڏي طرق ڪون
طرق چا ڪيتم
ملڪ انهين وچ خيال ڪو نيتم
جت درڪ نہ مسجد مندر دا

٣- هرڏي اندر جوٽ اتڙي پاوان
هر مظهر وچ آوان جاوان
"دادن" اپڻا نام سڏاوان
بنده علي حيدر دا

## فرد "دادن"

دامن امید ۾ هج طالب ديدار هج
هج تصور ۾ عدم بس اهڙو محو يار هج

## فرد

زندگيءَ حادثن جو مرڪز آ

هڪڙو ويندو ٻيو مٿئون ايندو

## هير حيراني "دادن"

اونهو عشق اٿاريو گهونگهٽ گهر گهر ۾

١- ڪٿي هير حيراني ڪٿي سسئي سيلاني

ڪٿي مجنون مڪاني ٻيلو ٻر ٻر ۾

٢- بيسر بره جي بازي محڪم مام مجازي

گم ڪر پنهنجو تون غازي سارو سر سر ۾

٣- "دادن" نينهن نوايا ڪيئي سورهيه سوايا

رهزن رند رلايا دانهه در در ۾

## قطعه

ڪريان تو يار سان سودو جيئن قسمت گهريو هوندو

يا هوندو تاج شاهي سر تي يا هٿ ۾ ڪريو هوندو

ڪندي ڇا بي خبر بي درد جي "دادن" گلا مونکي

انهي کي قدر هوندو جيڪو مون وانگي ڦريو هوندو

## مورک چو ٿو مور وڃائين "دادن"

هٿ هٿ هيرن هوندي ڪوڏيون ڪچ ٿو ڪمائين
ڪوڏيون ڪچ ٿو ڪمائين ڪيڏو ضرر ٿو پائين

١- اڄڪلهه جيڪا آهي تنهنجو ڪين ٿو ڌيان ڌرين تون
ڄاڻ مرين ٿو وطن ورين ٿو واپس ڄاڻ ورين ٿو
بين ٻجو ڇا ٿو ڪرين تون پنهنجي ڪان ٿو وهائين

٢- ڄاڏهون ڪاڏهون ڄاچي ڏس تون پاڻ کي ڇا مٿون چاهين
جيئن ٿو پاڻ کي پائين ثابت تيئن تون هرگز ناهين
ڪاڏهون جو تون آهين ڪاڏهون هتڙي آئين

٣- ريجهي وينين ڇاتي "دادن" ڪهڙي موه منجهايئي
هيڏو سارو حيف اٿئي ويهي وقت وڃايئي
الله ڪين ڪمايئي مورک ٿوري ڪٿي ڪاڻ چو ٿو مور وڃائين

### بيت

چڱا سي چئجن جي ڪنهون چڏن ڪين
ٻئي جي ٻڌن ٻين، ڏسي ڍڪن ڏوهڙا

## خا"ي ڏينن تي "دادن جو خيال"

هنجڙا هليا ويا ساجهر سويرا
موتي انهن جا پاڪن تي پيرا

١- جوڙي قطارون هنجڙا آڏاڻا
ساٿيءَ ساري سنت ٿي سڌاڻا
وهندي وڃي ڪيئون وطني واهيرا

٢- ميڙي ويا موتي چلر چڏي ويا
لالون لڪائي لِڪ ۾ لـڌي ويا
باقـــي بچـا نئين ٻکھ ۾ ٻتيرا

٣- هنجڙا هليا ويا ويا واپس وطن تي
"دادن" درن لئہ خالي دبن تي
آهن وٺي ڪيا ڪانگن ڪانگيرا

## فرد "دادن"

رهيو مشغلو پنهنجو درِ زندگي
آ هڪ راڳ ٻيو شعر تين بندگي

## خوابن جي رات هئي "دادن"

گذري "وئي جا رات سا خوابن جي رات هئي
منهنجي سچڻ جي سوال جوابن جي رات هئي

١- مس مس ملڻ ٿيو خواب جي صورت ۾ يار سان
افسوس سا بہ مون لئہ حجابن جي رات هئي

٢- پيتم نـــہ پيو شراب سچـــي رات دوستـــو
خونِ جگر پيئڻ سان شرابن جي رات هئـــيّ

٣- ڪجھہ پي چوڻ جي لاء نہ فرصت ملي سگهي
عشرت جي هئي نہ رات عذابن جي رات هئي

٤- هن ڪي تہ هئي نہ پاپ جـي پرواهہ "دادنا"
مون صبر ڪيو مون لئہ ثوابن جي رات هئي

## بيت "دادن"

ميڙي مدايـن جـا پـري وينـس پـاڻ
پوريون ڪير پاڻ، ڪانهي ڪمي ڪانڌ جي

## غزل "دادن"

جڏهن لاڪون جدا تي وئين جلن تا جوش ۾ جيرا
ڪيا رهن دل اندر دلبر اوهان جي عشـق آکيرا
نٿو سمجهان سچڻ سائين اوهان جي روح جو راڙو
آلائي ڏوهه تيو ڪهڙو اسان ڪئون وئين پڇي پيرا
ٻڌايان ماجرا فرقت جي ڪنهن ڪي مان منا سائين
ڏنا تنهنجي جدائي جان جيءَ کي زيءَ چري چيرا
هميشه ڪينڪي هونديون گهڙيون گهوريون وچوڙي جون
گذارياسين جي گڏجي سي ڪندو والي وزي ويرا
پري تو کي اکيءَ ن پنهنجون سهن ٿيون ڪينڪي سهٽا
ڪنو ره دوست "دادن" سان لڳائي دائما ديـرا

## پيت "دادن"

چپ ڪيون پئي چيـٺ، ڦٽي ڦٽ فـراق جـــا
مان منجهه ڏســي ميـٺ، ڪچڻ ڪسارو گهڻو

## غزل

کو جي ڪنهين جي عشق ۾ مجبور ٿي پيو
بدنام ساري ملڪ ۾ مشهور ٿي پيو

١- هڪڙن سان ڳالهه هڪڙي ته پڻ ساڻ آه بي
اڄڪلهه کو اهڙو دنيا جو دستور ٿي پيو

٢- شايد ته منهنجي سمجهه ڪيو ڪم نه آه جو
جنهنکي مون سمجهو شير سو لنگور ٿي پيو

٣- ٿي پئي آ جلوه طور رخ يار جي جهاڪ
گهر يار جو مون لاءِ جبل طور ٿي پيو

٤- آيس نه باز حسن پرستيءَ کان "دادنا"
آخر رواجي زخم مان ناسور ٿي پيو

### بيت

پکيئڙي پر سوئيا ٿيو پڄرو پراڏو
اِجهو آڏاڏو "دادن پنهنجي ديس تي

## غزل "دادن"

هي قصه درد آهي ڪينڪي آهي ڏسڻ جهڙو
آ دل جو سور دل ۾ ئي نه ٻاهر آ ڪيڻ جهڙو

١- بچو چارو نه آهي عشق بازي کان بچڻ جهڙو
اُهو ناسور ٿي پيو آهه جو ناهي چٽڻ جهڙو

٢- خبر اُن سان ڪجي ڏسجي تہ اڳلو آ مجڻ جهڙو
ٻڌائڻ ڀي ڪپي تنهن کي هجي جيڪو ٻڌڻ جهڙو

٣- پيا ڀي حسن وارا خوبصورت ٿا ملــن ليڪن
نئو ڪاٿهن اکين سين مان ڏسان سهڻو سڄڻ جهڙو

٤- ڇپائين ٻي اجازت ڪيئن اچڻ ٿيو آه اي "دادن"
پري محفل ۾ مان ٿي وبس مرڻ جهڙو ٻڌڻ جهڙو

٥- پراون کي ڪيم پنهنجو پراوا پر نہ ٿيا پنهنجا
ڪيو آهي زماني پاڻ کي هاڻي پڇــڻ جهڙو

٦- ڏسڻ سان حسن وارن کي وڃائڻو هوش ڪان نڪري
خدا ڇاڻي مان آهيان ڪين ڪنهنجي گهر وڃڻ جهڙو

٧- اکيون ڏسجن يا لب ڏسجن يا موتي جهڙا ڏند ڏسجن
سڄوئي منهن مبارڪ يار جو آهي چمڻ جهڙو

٨- نہ پرچڻ جهڙو اڄ پاڻهي ڪاي وينو سندم دلبر
ڪڏي وينس ڪو اهڙو گفتو اڄ مان ڀي ڪلڻ جهڙو

## غـزل لڳي تہ لڳائجي "دادن"

دل جي ڦاسائجي توڙ تائين نيائجي
ڪنڌ نہ ڪيائجي منهن نہ مٽائجي

١- عاشق سڏائجي وڙي ڪس ڪائجي
سر کي سهائجي اڏي تي اڏائجي

٢- لوڪ کئون لڪائجي وسو ٿي نہ وائجي
لڳي تہ لڳائجي ٻئي کي نہ ٻڌائجي

٣- "دادن" رهائجي ڪنهنکي نہ رنجائجي
ٿورو جي نہ لاهجي گهڻ ٿورو ڳائجي

## گهٽائي گهوٽ گهائيندي-ون

اکيون تنهنجون عجب سهڻا گهٽن جا سر گنوائيندڙون
جڏهن جنبش ڪري ڪاري ڪجل جي ڌار پائيندڙون

١- اوهانجي جيئن نظر پيئي هتان دل زور سان ويئي
نہ هڪڙو مان مگر ڪيئي اهي ڪجليون ڪهائيندڙيون

٢- دو ناليُ ديد جي چڻڪي اچي سيني اندر اٽڪي
چڪائي موت جي چڻڪي گهٽائي گهوٽ گهائيندڙيون

٣- منجهن اسرار آڪاسي هميشہ خون جون پياسي
اسان پارا سوين ساسي ڦري دلڙي ڦاسائيندڙيون

٤- ڏسي چانداڻ چشمن جي اڙي دل دوست "دادن" جي
چڙيم دعويٰ بدن تن جي اچان چا آزمائيندڙيون

## بيت "دادن"

پڪو تجي پريت ۾ نہ تجي قول ڪچو
سچڻ سو سچو، جيڪو ماري مالڪي ڪري

## سچڻ ڪاٿي آتو آهي "دادن"

جيئڻ اهڙي ڪان اي يارو مرڻ ڏاڍو سنو آهي
وري ڪهڙي آلائي ڳالهہ تان دلبر رنو آهي

١- ڪڏهن هائڙو ڪڏهن نهڪر ڪڏهن راضي ڪڏهن ڪاوڙ
بڏاڍو چا ڪريان مونکي انهن ڳالهين منو آهي

٢- اڄوڪي وقت تائين دوستو ساري زماني ۾
ٻڌو ڪاٿهن ته ڪنهن ڪنهنڪي ٻنا ڪاتيڪنو آهي
٣- حياتي ۾ دفعو هڪڙو ملڻ ٿيو ڪو نه ڪو "دادن"
نه ڇاڻان مينهن ساوڻ جان سڄڻ ڪاتي آنو آهي

## بيت "دادن"

جانب جاڳندي نه ماڻيو رڳو خوابن خوش ڪياس
سڄاڳيي ۾ سڄڻن سين مڃي ڪين ملياس
پري ڇرڪ آئياس، اڱڻ آهوئي اوترو

## دادن جو داد ڏيندو

ٻن پيون اهي فضائون ٻن پيا اهي نظارا
ٻن پئي هي رات روشن ٻن پيا اهي ستارا
١- دل بيقرار آهي اک اشڪبار آهي
پرڇائي ڏئي ڪو مڙنڪي دل جو خدا خدارا
٢- سا عيد عيد ناهي سا ديد ديد ناهي
موجود جنهن ۾ ناهن ماڻهو پرين پيارا
٣- ڪو مرد مرد آهي دنيا بي درد آهي
ڪنهنکي هي حال پنهنجا ڏيکاريان ڏکارا
٤- اهڙو به ڏينهن ايندو "دادن" جو داد ڏيندو
ٻيڙو ٿي پار ويندو ڏسبا ڪنديون ڪنارا

## بيت "دادن"

سجڻ ويا ساڻيهه تي مونکي ڇڏي هت
جيڏيون نه آهي جت، پهچڻ وس نه پانهنجي

### پنهنجا نه مار اي سهڻا

ڏسي ٿو وائسي پنهنجا نه مار اي سهڻا
نه سمجهي ڏاريو ڏکو ڏئي ڏکار اي سهڻا

١- وجهي نه ايڏيون وٿيون وسار اي سهڻا
گهڙيون ڪي گڏجي اسان سان به گهار اي سهڻا

٢- پيار ڪيئنڪي شربت تون غير کان مونکي
هٿن سان زهر تون مونکي پيار اي سهڻا

٣- مران ٿو تنهنجي ڏسڻ واسطي مان سالن کان
خدا جي واسطي هيڏي نهار اي سهڻا

٤- اندر نه ساڙ اسانجو تون گهنڊ پائڻ سان
کلي تون اسان جو هيانءُ ٺار اي سهڻا

٥- لڳا جدائيءَ جي صدمن جا تير جيڪي پي
سي سيني کان ٿي پيا آر پار اي سهڻا

٦- جگر جلائي ڇڏيو ٿئي نگاهه پهرين سان
وڌيڪ پيا وري پارڻ نه ٿي پار اي سهڻا

٧- خطا ته آدمي جو آهه گهر اي گهر وارا
اسانکي پنهنجي نه گهر مئون اُتار اي سهڻا

٨- جيئڻ ٿو آسرا "دادن" کي ڏيڻ نه ڏي ڪنهنکي
اجايو عمر ڪنهين جي نه ڪار اي سهڻا

# ڪافي- سر ڀاڙي ويڻين وساري

دلڙيون ڏتاري ماڻن سان مـــاري
سچ چئه او سچ چئه ســـچ چئه
سچڻ سائين چاڪئن ويڻين وساري

١- ڏکيو حال منهنجو ڏسڻ ڀي نه آئين
ڀچاڙي جو پيارا پڇڻ ڀي نه آئين
تڪجي ويا نيڻ راهــون نهــاري
دلڙيون ڏتاري ماڻن ســان مـــاري

٢- ڏاڍو دود دل ۾ دکائي هليو وئين
ڏکارن کي ويتر ڏکائي هليو وئين
ٻچي برهه باري چڏيئي باهه ٻاري

٣- ڳالهيون اڳوڻيون اڄ ياد آيــون
وسرن نٿيون تنهنجون ٻورل پلايون
ڏکن جا ڏکيا ڏينهن وڃبا گذاري

٤- سوا تنهنجي منهنجو دلي يار ڪونهي
قسم آ خدا جو ٻيو ڪمڪار ڪونهي
رڳو تنهنجي ڳنتي چڏيو آهه ڳاري

٥- تنهنجي سرتان ”دادن“ آ صدبار صدقي
نه خود پاڻ پر سارو گهر ٻار صدقي
نه چڏ دوست درتان ڏکو ڏئي ڏکاري

## غزل

ڏسي رخ ٿياسين ڪلامي پري ڪان
ڪئي سون اوهان جي سلامي پري ڪان

١- پسي سهڻي صورت اوهان جي اي سهڻا
بنا زر وياسين وڪامي پري ڪان

٢- ڏسڻ منهنجو توڏي سهي ڪين سگهيا
اندر ويو رقيبن جو ڪامي پري ڪان

٣- جي ويجها اچئون ٿا ته فتنو آئي ٿو
ڏبي تنهنجي در جي غلامي پري ڪاڻ

٤- پري ڪان سچائي تو سيکنهن ڪي "دادن"
آ پترو حلالي حرامي پري ڪان

### بيت "دادن"

جنهين ڏنو جيئن تيئن تنهين گهر آئيو
ڪيئن چوان مان ڪيئن ته پرين پاڻ پسائيو

### صدمو خراب ايندو "دادن"

ايندو نه يار دل کي صدمو خراب ايندو
قاصد ڪئي ڏير آهي شايد جواب ايندو

١- ناراض ٿي پيو آ چو زازدان مونکان
سڌ پئي نه اهڙي اهڙو ڪو انقلاب ايندو

٢- بي درد ساڻ دل جو کولڻ نه راز گهرجي
سمجهڻ ۾ ڪين ڪڏهين رڌ ڪي رباب ايندو

٣- بيهي نہ عشق اکيان سگهندو حجاب هرگز
رهندو نہ زاغ تاني جاني عقاب ايندو
٤- تابان حسن جانا ٿيندو جڏهن اي "دادن"
اکيان مقابلي ۾ ڇا آفتاب ايندو

## بيت "دادن"

واصل آهي وجود ۾ کو ويرِ کري ويساهہ
پرين ۽ پساهہ، پيوند کيان وڃ پاڻ ۾

## سنياري ساجن کي

ساهہ سدائين ٿو ساري سنياري ساجن کي
پاڻ وڃو مون ماري سنياري ساجن کي

١- ڪهڙو سندس آ روح جو رايو
ڇا ڪئون اڃان منهنجو يار نہ آيو
ٿڪجي پيا نين نهاري سنياري ساجن کي
٢- دل ۾ گهر دلبر جو اڏيو مون
سندس اچڻ جي لاءِ ڇڏيو مون
اڱڻ اکين سان بهاري سنياري ساجن کي
٣- تحفو سڄڻ لئہ نئون ۽ نيارو
هار بنايم هيرن وارو
هنجون هزارين هاري سنياري ساجن کي

٤- سک تي سمهي تو سپ جگ سارو
"دادن" ساري رات ويچارو
هتڙا ڪنيو پيو اوساري سنياري ساجن ڪي

## غزل راڳ مالڪوس

تنهنجي آمد جون منا راهون نهاريندو وتان
ڦارون پائيندو وتان ڪانگ آڏاريندو وتان

١- پنهنجي منهن ساڻ پنهنجي دل کي ڏاريندو وتان
جهڙا تهڙا ٿو ڏکيا ڏينهن گذاريندو وتان

٢- ڇا رهيو حال آ صدمي ڪان جدائي جي اچان
تنهنجي مرضي آ پلي جان کي گهاريندو وتان

٣- منهنجي نالي ڪان وني توکي ٿي نفرت ليڪن
تنهنجو "دادن" مان توائه پاڻ ٿو ماريندو وتان

## فرد "دادن"

ڪرم جي نظر سان ڏسين ڪين ٿو
ستم جي نظر سان ڏسين ته به چڱو

## پيارن جي اچان

ٿي ڦري اکين اڳيان صورت پيارن جي اچان
ڪين ٿي وسري ڪچهري قربدارن جي اچان

١- ڇا نه محفل جو مزو هو ڇا نه محفل هئي جسين
نقش سيني ۾ ملاقات آهي يارن جي اچان

٢- جن کي تو سمجهو ٿي پنهنجو سي پيي پنهنجا ڪين ٿيا
ٿي ڪرين ڪهڙي تلاش اي دل سهارن جي اڄان

٣- دور ههڙي ۾ ڪپن دانهن ڪرڻ وارا دلير
ڪهڙي آهي گهرج باقي بردبارن جي اڄان

٤- پاڻ کي ڏاڍو سياڻو سمجهي ٿو سيڪو مگر
پرک ڪنهنکي ڪانهي ڪا اڄن ۽ ڪارن جي اڄان

٥- وقت ويا گذري ڇڏي، ويا سار ساٿي وقت جا
پر نہ "دادن" ٿي ڇڏي ڇو ياد يارن جي اڄان

## ڪيو جوان آهي "دادن"

سون ٿي محبوب مهربان آهي
قربدار آهي قدر دان آهي

١- ٿي قضا پنهن جي پاسبان آهي
خود مقدر پڻ رازدان آهي

٢- ڪين ڊڄجي ٿو ڪنهن مصيبت کان
منهنجي اڳيان ڇا آسمان آهي

٣- ڪر نصيحت نہ مونکي اي ناصح
منهنجي دل جو جدا جهان آهي

٤- درد وارو پڙهي مري ويندو
اهڙو دردن جو داستان آهي

٥- احد پيري ۾ مونکي اي "دادن"
عشق هن جي ڪيو جوان آهي

## غزل عشقيه "دادن"

وساريندس نه اي دلدار توکي دم ڏيڻ تائين
ٻيو ڏيندس غلامي تنهنجي در جي مان مرڻ تائين

١- نه کرکا بدگماني کا به منهنجي آزمائش ۾
ٻ٢ل توساڻ آهيان زهر جي پيالي پيڻ تائين

٢- بچڻ جو آسرو کونهي وري ٻيو آ خدا مالک
حياتي من ڏکهي تي پئي سڄڻ تنهنجي ملڻ تائين

٣- اگر سکرات ۾ هوندس تڏهن ٻيو آس تنهنجي ۾
اکيون در ڏي سڄڻ سائين پيون ڏسنديون ڏسڻ تائين

٤- کري ايلاز آزيون ميڙيون وجهندس توکي پرچائي
ڇڏيندس کنهن به صورت ۾ نه مان توکي رسڻ تائين

٥- اشارن ۽ ڏون ئي سمجهي حکم تنهنجو مان کندس پورو
مٺا سائين چرڻ ڏيندس نه چپ تنهنجا چوڻ تائين

٦- پري کان ئي پلي ڇڏکينکي تون پنهنجي "دادن" کي
خدا جي واسطي ڇڏ تون پرين ٻيرين پوڻ تائين

## غـــزل

منهنجي ننڊ وئي آرام ويو تو ﮬي چاهي کيو
مونکي ٻڌاء تہ صحيح

آهـــي رحـــم جـــي قابـــل حـــال سنـــدم
منهنجو کرکو هينئر حياء تہ سهي

١- منهنجي لحم کي کاءُ تون کباب کـــري
منهنجي خون کي پيءُ تون شراب کري

منهنجو مارڻ سمجهه ثواب ڪري ڏس بدلي جفا
جي وفا تہ سهي

٢ـ تنهنجي طالب گهٽيري تات اٿم تنهنجي وائي سڄڻ
سائين وات اٿم

جهڙو ڏينهن اٿم تهڙي رات اٿم تون پيي ڪڏهن نہ
ڪڏهن مون ڏي آ تہ سهي

٣ـ تو کي عجيب چوان تو کي مجيب چوان تو کي
حفيظ چوان توکي حبيب چوان

تو کي حڪيم چوان تو کي طبيب چوان، منهنجي
درد جي ڪرڪا دوا تہ سهي

٤ـ تنهنجو "دادن" آ دربان سڄڻ تنهنجي قدمن تئون
قربان سڄڻ

ڪر عاجز تي احسان سڄڻ سڻ سائل جي ڪا
سدا تہ سهي

## مطلب جو زمانو آ "دادن"

پنهنجو نہ رهيو پنهنجو هر ڪوئي بيگانو آ
دنيا بيوفا آهي مطلب جو زمانو آ.

١ـ صدبار وڃان صدقي سڄڻن جي ادائن تئون
ڪنهن تي نہ نظر پئي تي چارعب شهانو آ.

۲- احوال پڇي مونکان ڪوئي نہ محبت جو
عبرت جي ڪهاڻي آ حسرت جو فسانو آ.
۳- ڪنهن ڪي نہ بقا آهي هر چيز فنا آهي
ڪو صبح روانو آ ڪو شام روانو آ.
۴- ياراڻي جو اي "دادن" يارن ۾ مزو ڪونهي
ڪلفت جو تماشو آ الفت جو بهانو آ.

## بيت "دادن"

ساهہ وڃي ٿو سرتيون جيڏيون جانب ري
هئہ چا ڪري هيءَ، هيءَ ڪيئن پهچي هوت کي

## ڪلام "دادن فقير"

جانب يار ڪري ويو جوڳي در در بين وڃايان مان
نانگ ڳچي ڳل ويڙهي سيڙهي خاڪ لڳين سر لايان مان
۱- ٿرن برن جهر جهنگلن ۾ دونهيون روز دکايان مان
۲- گيڙو رتڙا پائي ڪپڙا ڪن ۾ ڪنبل پايان مان
۳- "دادن" درد ڳجهو هي دل جو ڪنهنکي سور سڻايان مان

## قطعہ "دادن"

زر مال زن زمين ڇڏي ويندين اي ادا
ٿيندا جي هي چار ئي توکان جدا جدا
خوشحال زر پرست کان بي زر آ حق پرست
زر هن جو آ خدا ۽ آ هن جو خدا خدا

## بيت "دادن"

رڳو سپرين سرتيون کھ پيو ڪائڻ ڪاڄ
رسي سارو راڄ، مونکا راهُ مَ رسي هيڪڙو

## عجب دور "دادن"

ڪهڙو نہ آيو آهي عجب دور، دؤ جهان
ڪولي نہ راز دل جو ٿو چپ آهي رازدان

١- ڪاڏي ويو عندليب ۽ ڪاڏي ويو باغبان
گل جو عروج ڪاڏي ويو ڪاڏي ويو گلستان

٢- ايجاد آهي غيرتِ قدرت جي بي مثال
فصلِ بهار ۾ ٿيو ويران بوستان

٣- اهڙي ڪا اڄ منداٿي ظالم هوا لڳي
دليون ڦري ويون هرڪو آهي ڪيئي ۾ بدگمان

٤- بيتمر چئبو ڪنهنکي مخاطب ٿي ڪينکي
اندازه تلاش ۾ ڪونهي ڪو قدردان

٥- سيڪو آ پورۇ پنهنجي ئي پورن ۾ "دادنا"
ڪنهنکي ٻڌايان مان وڃي دردن جو داستان

## سنگتي سارن - ڪلام "دادن"

پيچ وٺن ڪان سور پکين جا جي وريا ڪين وهيري
١- سنگتي سارن راهون نهارن هو موٽن پاڳن پيري

٢- پکڙئون پيرا چڏيئون آ کيرا ويا ساجهر ويل سوير ي
٣- ماريءَ ماريا گهاريءَ گهاريا آيا ڪين اويري
٤- "دادن" دام دل وارن جا ويا جيرا جلائي جيري

## قطعه "دادن"

هر بشر آهي مسافر در سفر هر صبح و شام
موت ان جي آهه منزل موت بعد انجو قيام
عارضي آهي رهڻ هت خواب وانگي "دادنا"
ڪو نه ڪو ڪنهن ساڻ هوندو هر جليس ۽ هر ڪلام

## بيت "دادن"

سورن پريون ساعتون دردن پريا دم
ويندا غم الم، ايندا ڏينهن سهاڳ جا

## بيت "دادن"

سورن پريون ساعتون صديون پانيان سال
ٽوريون ٽيندون شال، ورندا واءَ وصال جا

## پنهنجي چهري صفا ڏي ڏس "دادن"

اي دلربا تون ڪينڪي منهنجي خطا ڏي ڏس
مون ڏي نه ڏس تون پنهنجي خدارا خدا ڏي ڏس
١- خنجر ڪٽين ٿو سر گهرين ٿو نهڪر نٿو ڪريان
منهنجي وفا ڪي ڏس وري پنهنجي جفا ڪي ڏس

٢- ٿي سنگدل نہ تنگ تون ناقص غـــلام سان
ڏس مهنجي ڏاڙهي ڏي ڏون پنهنجي چهري صفا ڏي ڏس

٣- پرواهہ ڪر نہ ڪنهن جـــي پردي حجاب ڪن
نڪري ڏون ٻاهر ڪينڪي خواري گلا ڏي ڏس

٤- ڏس مصطفـــيٰ ڏي ۽ علــــيٰ المرتضـــيٰ ڏي ڏس
بس ڇا چوان مان توکي شهہ ڪربلا ڏي ڏس

٥- جنت ۾ خطـــا ڪـــان نہ آدم بچـــي سگهيو
"دادن" ڏي ڏس ڏون ڪينڪي بس ڪبريا ڏي ڏس

## بيت گڏ ٿينداسين

اڄ تار جي رستي يار ڏهون سڏ آئي عاشق اينداسين
گڏ ٿينداسين

ڇاجي ڳڻتي رک الله تي ڪين ڏکن ڪان ويندا سين
گڏ ٿينداسين

اڳيان پويان احوال ڏکارا هڪٻئي کي سڀ ڏينداسين
گڏ ٿينداسين

"دادن" تو ڏهون ماڳ محبت وارو ڪين مٽينداسين
گڏ ٿينداسين

## غزل - نہ ٿي وڻي "دادن"

ني درد هن زماني جي الفت نہ ٿي وڻي
فرقت ۾ يار جي مونکي فرحت نہ ٿي وڻي

١- ڪاوان جيئن تو صدما تيئن اڳتي آهيان
کهڙي بہ مونکي ڪنهن جي نصيحت نہ ٿي وڻي

٢- ڪاڏي ڪبو اگرچ ڪٿي سون جو هجي
بدچال ماڻهو جي مونکي صحبت نہ ٿي وڻي

٣- ڪڏهين ڪري ٿو پيار ڪڏهين ڪري ٿو عار
شايد سڄڻ کي منهنجي طبيعت نہ ٿي وڻي

٤- سرهو ڪڏهن آ ڪڏهين آ ارهو اي "دادنا"
مونکي ﭘہ يار جي اها عادت نہ ٿي وڻي

## بيت "دادن فقير"

اکيون اکين جهڙيون نظر نہ نگاهہ
پرين منجهہ پساهہ، گهلا گولن ڪينڪي

## قدر نہ ٿيندو "دادن"

هن شام غريبان جو سحر نيٺ تہ ٿيندو
ڪجهہ منهنجي ﭘي دانهن جو اثر نيٺ تہ ٿيندو

١- اميد جي گلشن ۾ ثمر نيٺ تہ ٿيندو
آباد ڪڏهن دل جو ڪلر نيٺ تہ ٿيندو

٢- هيئن هوندا هميشہ نہ جدائيءَ جا زمانا
گهر منهن جي ۾ دلبر جو گذر نيٺ تہ ٿيندو

٣- پيمانہ ڀري ساقي پياريندو هٿن سين
ميخانہ ۾ مئہ ڪش جو قدر نيٺ تہ ٿيندو

٤- اشراف اگر قرب کجر سان ڳنڍيندو
آهستي سو آهستي ڪجر نيٺ تہ ٿيندو

٥- ٿيندو نہ ائين جيئن ٿي رهيو آهي اي "دادن"
هي زور زبر زير ۽ زبر نيٺ تہ ٿيندو

## غزل- بي رحمي نہ ڪرين ها

اي منهنجا سڄڻ ايڏي بي رحمي نہ ڪرين ها
تنهن ڪان تہ چڱو مارين ها زخمي نہ ڪرين ها

١- هيئن بعد ۾ ٿيڻو هو اگر بيوفا توکي
بر وقت نگاهن ۾ تون نرمي نہ ڪرين ها

٢- هاڻ پيي ڪرين پيو ڏري نهڪر پيي ڪرين ٿو
هي رسم محبت ۾ بي رسمي نہ ڪرين ها

٣- رغبت نہ ڪرين ها ڪهين اغيار سان هرگز
"دادن" جو بدن ساڙي تون بسمي نہ ڪرين ها

## قطعہ "دادن"

زندگي چاجي هي چا جا مشغلہ
زندگي ڪهڙي سا جنهن ۾ زلزلہ
دؤر زاغن جو اچي ويو در چمن
ويا اڏامي بلبلون ۽ بلبلہ

## دل جان آ

منهنجي سنائڻ يار ڪي آسان ئي آسان آ
منهنجي هميشه خون جو خواهان ئي خواهان آ

١- جنهن ڏينهن لاڪون ٿيو جدامونکي وئي تنهن ڏينهن کان
ڏاڍو اچان سوڌو آئين ارمان ئي ارمان آ

٢- دل سان گهنايو ڪين مون زوري هٿن مئون دل وئي
منهنجي سڄڻ پنهنجي ڪئي دل جان ئي دل جان آ

٣- ڪيڏو ٻيي سمجهدار ۽ سياڻو ڪٿي هجي ته ٻيي
عاشق اڳيان معشوق جي نادان ئي نادان آ

٤- دل بي بها هڪ چيز آ سوچي سنڀالي دل ڏجي
پاڙهين وچي ڳل ۾ پوڻ نقصان ئي نقصان آ

٥- ڪن وت گهڙي ڪن وت پهر ڪن وت مهينو سال ڪن
مون وٽ فراق دائما مهمان ئي مهمان آ

٦- افسوس آهه "ڏادنا" هيڏي پري جهان مان
منهنجي اميدن جو چمن ويران ئي ويران آ

### قطعه

پسر پدر سان ۽ ياءُ ياءُ سان لڙيو پيو آ
وڏي خساري ۾ هر آدمي اڙيو پيو آ
ذڪر ويو پنجي محبت جو ڏاڍو اي "دادن"
ٻڌايان ڪهڙي حقيقت اندر سڙيو پيو آ

## قطعه

عجيب رنگ زماني جو واه واه آهي
نہ عادل آهي نہ قاضي نڪو گواه آهي
ڪمال ڪيڏو نہ پنهنجي وفا جو آ "دادن"
جو بي وفا ۾ ٻي اُميد خامخواه آهي

## قطعه

محفل ڏنم سچڻ جي اجلاس جو نمونو
چهرا ڏسڻ ۾ آيا راڪاس جو نمونو
اعلان ٻر زماني چڙهڻ سير آسماني
بنجي زمين پئي آ آڪاس جو نمونو

## عارضي انداز آ

زندگي فاني تي ڪهڙو ناز آ
زندگي خود موت جو آغاز آ

١- ڪونہ ڪو ڪنهن ساڻ هوندو همنشين
گڏ رهڻ جو عارضي انداز آ

٢- آدميت ۾ رکيل ڪو راز آ
ڪنهنجي صورت ڪنهنجو هي آواز آ

٣- جيڪڏهن حامي خدا آهي ته پوءِ
بي پرن جو عرش تي پرواز آ
٤- لطف محفل جو نه رهيو "دادنا"
مئي نه ساقي ۽ نه ساغر ساز آ

## بيت

ڏسڻ ساڻ ته ڏيهه ڏٺئي پر ڏسڻ ڏٺه ڪين
عقل جا امين، ڏسين تــــه ڏس ڏسڻ ڪي

## خواب هيو

جيڪي گذري ويو سو خواب هيو
چڻ آب متــــانهون حباب هيــــو
چــــا بچپــن وارو بــــاب هيــــو
نــه گناه هيو نــــه ثــــواب هيو
نــــه حساب هيو نــه ڪتاب هيو
نــــه ســوا ل هيو نــه جواب هيو
ڪيڏي برهمه جي بارش باري هئي
ساري خلق جي سر تي خواري هئي
ته به يــار جي مونسان ياري هئي
نــه آزار هيو نــــه عــــذاب هيو

کھڙيون وصل جون لتيون راتيون هيون
کھڙيون پرهيه ڦتيون پرڀاتيون هيون
گڏ چاتين سان ڪيئن ڇتيون هيون
نہ حجاب هيو نہ نقاب هيو
ڪھڙا "دادن" دلبر يار هيا
ڪھڙا ماٺھو مٺيا ادار هيا
ڪھڙا قرب هيا ڪھڙا پيار هيا
ڇا شوق هيو ڇا شباب هيو

## ڪافي ، وجھہ ذ ڪھاري

ڇڏ عار هر بار ڪر زار زاري
ٿيندءِ وار هڪ وار ڪندئي سار ماري

١- راضي ٿيندو ڏيب ڏيندءِ گھوٽ ايندءِ گھر ۾
نال نيندو ونيءَ ويندو نہ ڇڏيندو بر ۾
جھاتيون پائي وانديون ناهن ديدو آهن در ۾
ڪيمن يار دلدار ڪندو ڏار ڏاري

٢- اکيون ڪول اٿي گھول پنھنجو ڍول جاني
وٺ تنھنجو در سھنجو ڪونهي جنھنجو ثاني
هي هار سينگار ڀچا پار فاني
پاڻ پل جھولي جھل وجھي گل گاري

٣- هوندئي تخت نکي بخت اٿئي سخت سوڙهي
هتان ويندين کين ايندين ڳري ٿيندين ڳوڙهي
ويهه نه لکي هل جهڪي پڇ ٻکي ٻوڙي
اٺ جاڳ ٿيءُ سجاڳ اڳئي ياڳ پاري

٤- ڏي تــن ۽ مــن "دادن" گهــوري
کڏي ٻک ستــي سک هــل ڏک ڏوري
پنــڌ چاهــي پري ناهــي پريــن آهــه اوري
ڏاڍا ڌر نه ير ڪر نه وڃه گهر نه گهاري

## بيت

ڏسين چا تو ڏيهه کي ڏيهه نه رهيو ڏيهه
ٻئي هنڌ وڃي ويهه، ويهه نه ڏنگي ڏيهه ۾

## بيت

ڏيهه اهوئي ڏيهه، پر ماڻهو ڏنگا ڏيهه جــا
اتيئــي پلــي ويهه، ويهه نه ڏنگــي ڏيهه ۾

## بيت

جيڏي جند چڏائجــي مرڻا اڳــي مري
موٽي ملندو کين کي ههڙو وقت وري

بيت

سور پرين جا سرتيون سينگاريِ سانديام
ڏيهه مَ ڏيکاريام، پوءِ رکيم پساهه ۾

## سرانگي ڪافي- ڪونج ولر دي

مٿين هان پردي تئين دلبر دي نوڪر تيڏي هر نوڪر دي
درد نه جاتي دنيا بي دردي، تئين بن ساڏي مول نه سردي
قسم هي تيڏي سوهڻي سر دي
اکيان تيڏيان برڇيان يالي، مر ويندي هن ويکڻ والي
ڪو نه سهي رت نوڪر نظر دي
لنبيان اميدان جيوڻ ٿولا، ڏاڍي ملڻ دي لوڙ هي ڍولا
لوڙ نهين ڪائي زر دي گهردي
روندي ”دادن“ رات گذاري، ايوين پوڪاري جيوين پوڪاري
وڇڙي نکڙي ڪونج ولر دي

بيت مذاقيه. ”دادن“

ڪرڻ وارا هڪڙا نه پڙڻ وارا پيا
اهڙن انسانن جا ٿورا ڏينون ڏنه ٿيا
پٽر وڃي پيا، ليچ لڪايون ڪينڪي

## غزل "دادن فقير"

دلدار بنا ڏار گـذاري نہ سگهان تـــو
تنهائي ۾ دل پنهنجي ڏتاري نہ سگهان تو

١- يا پاڻ وڃان يا ڪا منجان ميڙ سڄڻ ڏي
هڪ جاء تي مان راءِ بيهاري نہ سگهان تو

٢- وتنگ آهہ پريل يار جي اکڙين ۾ غضب جو
نظرن ۾ وجهي نظرون نهاري نہ سگهان تو

٣- پونڪي پيو پلي مونتي ڪتو يار جي در جو
هٿ پنهنجو ادب کان مان آلاري نہ سگهان تو

٤- ناراض مـــان ڪو تني محفل ۾ خدارا
پيتي کان پو مان پاڻ سنڀاري نہ سگهان تو

٥- مدهوشي جي حالت ۾ پيي اي "دادنا" هرگز
مان ياد صنم دل تئون وساري نہ سگهان تو

## "نظم" شيطان کي

ستائي تـو انسان انسانَ کـي
نہ سمجهي تو نقصان نقصان کي

١- جڏهن ويچ خود پاڻ بيمـــار آ
چئون ڇا جو درمان درمان کي

۲- شريف آدمي کـي نوازي نٿـو
نوازي ٿو شيطان شيطان کـي
۳- ڏنو پٽ ڇڻي جو اجهو ٿو اڇي
ٻڌائي ٿو دربان دربان کـي
۴- ڏٺم ڪنهنجي اوطاق ۾ "دادنا"
سهي پيو نہ مهمان مهمان کي

**بيت**

گهوڙا ڙي گهوڙا سات وڃي ٿو سرتيون
جنهين سان جوڙا، سي سڄڻ سانگ سڏائيان

## غزل گهر سان

لڳائي دل مان وينو آهيان نوخيز دلبر سان
بلا سان باھ سان قاتل سان شعلہ سان ستمگر سان

۱- جنون، عشق ڪان جيڪر ڇڙان منهن ڏئي وڃان هيڪر
ڪوهستان سان بيابان سان هوا سان بحر سان بر سان

۲- وصال، يار ڏاران ڪين ٿـي سيماب دل وندري
ڪنهن محفل سان چمن سان چانڊني سان شهر سان گهر سان

۳- آها مونکي خبر آهي لڳت جيڪا لڳل آهي
ڪليجن سان جگر سان قلب سان ۽ ساه سان سر سان

۴- ڪري ويو شوخ مونکي نيم بسمل تيز ابرن جي
تبر سان تيغ سان تلوار سان ڪرپان سان خنجر سان

٥- سندس جي سرخ چشمن جون پسي پنبٽيون چيم سر ويو
چري سان تير سان پيڪان سان نيزي سان نشتر سان

٦- سڄڻ جي حسن تابان کي ڏيان تشبيهہ مان ڪهڙي
ثريا سان قمر سان شمس سان شيشي سان اختر سان

٧- نہ آهي ننڊ ساري رات ٽڪر ٽـو وتان هٽندو
پلنگ سان بستري سان فرش سان ديوار سان در سان

٨- رهائي آءُ رن ۾ ويــو هليــو دلدار ”دادن“ کـــي
محبت سان مزي سان ناز سان ۽ ڍنگ سان ڍر سان

## بيت

انـــڌن ۽ انـــڌوڪار سڄـــن لـــڌو سوجهرو
پيادا وڃي پار پيا سنبريـــا ڪين ســـوار
سهڻين سات وڃائيو ڪوجهين پاتا هـــار
”دادن“ ڏاڍين لاءِ ڏڪار، ڪيو هيڻين هٿ حبيب کي

## بيت ”دادن“

جهڙي تهڙي حال سين هيناهين هلجي
جهڙو ملي جنهنکان تہ جهول وڏو جهلجي
پاڻ کٽي پلجي، ڏيهہ نہ ڏوراپو ڏجي

## پيرن کٿون پير وٺ    دادن

جهڙو ملي جي توکي تهڙو تون خير وٺ
دل کي تون کر ڪباب اهو دل کٿون وير وٺ

۱- نکري وڃني نہ سات آئي گهٽ ۽ گهير وٺ
ٿئي بند ٿي بزار تون سودو سوير وٺ

۲- وڻجارا وڻج وڻجي تون موتين جو ڍير وٺ
آنو کٽي ۽ آني جي بدلي ۾ سير وٺ

۳- پڌ هير وانگي هٿ پيو رانجهن بغير وٺ
سسئي جان چڏ پنهور کي پرڍن جو پير وٺ

۴- اميد رک وفا جي نہ کر عقل ۾ کڏهن
"دادن" ادا چريو ٿي نہ پيرن کان پير وٺ

### بيت

ڊوڙي پڇان ڊک، سات وڃي تو سرتيون
ساھ جنهين سان سک، سي سڄڻ سانگ سڏائيان

### "نظم"    اي دادن

آهيان ناتوان مان اي دادن
کنهن جي وچ ۾ پوان اي دادن
۱- قابو آهيان قفس ۾ مدت کان
لات کهڙي مان لنوان اي دادن

٢- راڳ نٿون آهه ساز نٿون آهي
سر ٻڌان ٿو نوان مان اي دادن

٣- علم ٿيو جذب جاهلت ۾
ڪنهنڪي عالم چوان مان اي دادن

### قطعه

مان ڪنهن وانگي ڇمڇڙو ڇغاڇور ناهيان
مان حق چوندو آهيان گلا خور ناهيان
سچائي ڇڏيو آ ٠ون سڀڪنهن کي "دادن"
مان انسان آهيان ڍڳو ڍور ناهيان

## اهو شعر شاعر چوڻ بند ڪر دادن

ستا ڪر سجاڳي سمهڻ بند ڪر
تون غفلت ۾ پنهنجو هجڻ بند ڪر

١- وڏي وير ٿو واقفيت منجهان
گهڻو اج گهڻن سان ملڻ بند ڪر

٢- نه راحت رسي روح کي جن وٽان
وري در انهن جي وڃڻ بند ڪر

٣- سياڻو آ اج سڀڪو دنيا اندر
چرڙي کي چريو پيي چوڻ بند ڪر

٤- غلامي ڏي اشراف جي صدق سان
ڪميني کي پيرين پوڻ بند ڪر

٥- پڙهين ۽ عمل ڪين ان تي ڪرين
انهي کان ته بهتر پڙهڻ بند ڪر

٦- برايون تون ڏس پهريان پنهنجون عزيز
پرايون برايون ڏسڻ بند ڪر

٧- بي غيرت جي جائز نه آهي نماز
بي غيرت سان ڪاٺ پٺڻ بند ڪر

٨- جي غيرت جو مادو آ تو ۾ اگر
ته گهر واري جو تون گهمڻ بند ڪر

٩- سڏا ئين تو الله وارو تـــه پوءِ
مريدن کان پهريان پنڻ بند ڪر

١٠- جو پئسي جي خاطر وڃائي وقار
انهي سان رشتو رکڻ بند ڪر

١١- محمد جو آهين اگـــر آ متي
ته ڏيءَ ڏوڪڙن تي ڏيڻ بند ڪر

١٢- خدا يا تون اڄ پاڻ ڪاليج اندر
ننڍين نينگرين جو نچڻ بند ڪر

١٣- گهٽا چوندا هوندا ائين دل اندر
اِهو شعر شاعر چوڻ بند ڪر

١٤- اجايو نه ڪنهن تي ڪاو خوامخواه
بي معنيٰ بي لذت کلڻ بند ڪر

د ۱ــ دلي حال ڪنهن سان نہ ڪر دادنا
خبر بي خبر ڪان پڇڻ بند ڪر

## قــطعــہ

چا ٻڌايان حال دل جو مان ٻئو
جيڪي ٿيو سو ڏاڍو ٿيو سهڻو سنو
قوم اهڙي سان ٿو رهجي دادنــا
ڪربلا ۾ پير جن پنهنجو ڪنو

## ميمبر ڏيو ٿہ چا ٿي پيو

حقيقت جي چوڻ ڪان ڪو جي منڪر ٿيو تہ چاٿي پيو
سهي وڃبو جي عادل پــي ستمگر ٿيو تہ چا ٿي پيو
۱ــ لٽا ئي صاحب زر ڪين ڪي ٿــو راه مـــــوليٰ ۾
انڌي وٽ مال دنيا جو ميسر ٿيو تہ چـــــا ٿي پيو
۲ــ ڏسي خوش ٿي نہ اي زردار پنهنجا محل ۽ ماڙيون
اگر درياء وهندڙ جي مٿان گهر ٿيو تہ چا ٿي پيو
۳ــ ڪپي ٿي آدمي ڪـــي پهريان اخلاق جــــي دولت
ڪجر لاهور جــو ڪيڏو تونگر ٿيو تہ چا ٿي پيو
٤ــ اسانجي قوم غافل ڪي نــــہ آهي قدر ماڻهن جــو
ڪميٽو ووٽ ڪوڙي تي جي ميمبر ٿيو تہ چا ٿي پيو
٥ــ اي دادن آ حڪومت مستقــل الله اڪبر جـــــي
هتي ڪو ٿوري عرصي لاء افسر ٿيو تہ چا ٿي پيو

## غزل نوڪر وري وري

اج مونکي ياد تـــو پوي دلبر وري وري
برپا ٿئي ٿو منهنجي ڪان محشر وري وري

١- هائو ڪري ٿو پوءِ ڪري نهڪر وري وري
ناهيون ٿا مس ڊهي ٿو پوي گهر وري وري

٢- کهڙي مجال آ جو مجان حڪم ڪين ڪي
خدمت ۾ حاضر آهيـــان نوڪر وري وري

٣- مان ٿو وري وري ڪريان ايلاز آزيـــون
هو ٿو وري ڪنيون اچي خنجر وري ٻري

٤- صدما خدائـــي جا ڏئـــي صدبار ”دادنا“
سڙي ٿـــو ساهه منهنجو ستمگر وري وري

### بيت

ڪيهڙو ڪچان ڪين ڪي نچو لچ مران
ڏٺيو ڏڀالهه گران، ته جا مون چوندا سڀرين

## غزل ريءَ موت جي رخصت ڪرڻي آ

اج ٻئي تي پاڙڻ غفلت آ اچ پنهنجي همت ڪرڻي آ
هن دوزخ جهڙي دور اندر ڪا پيدا جنت ڪرڻي آ

١- ڪو لطف نه آ ڪو آنس آ ڪو پيار نه آ ڪو يار نه آ
بس عادت جي مجبوري کان مجبور محبت ڪرڻي آ

٢- لوهر جو دڪان آ دنيا سجي ويهڻ سان اچي چٽنگون ٿيون پوڻ
ماحول جي حالت اهڙي آ نادان سان رغبت ڪرڻي آ

٣- ڪنهن ڏي نه وڃڻ دل چاهي ٿي ڪنهن سان نه ملڻ دل چاهي ٿي
بيڪار بيدردي محفل ۾ لاچار ڪان شرڪت ڪرڻي آ

٤- اي دادن هاڻي پڇبو مري ڏسبو نه اکئين اچبو نه وري
هن هر هر جي آزارن کان ري# موت جي رخصت ڪرڻي آ

## فــــرد

اچوڪي وقت جي ياري آ چڻ اونداهه ۾ دونهون
ڏسڻ ۾ ڪين! اينــــدو آ مگر محسوس ٿيندو آ

## غزل ڪو هاڻو ڪري ڪو نه ٿو ڪري

گل اهڙي طرح ٿا هوا ۾ لڏن
ڪو هاٿو ڪري ڪونه ٿو ڪري
هڪڙا ٿا هسن هڪڙا ٿا رسـن
ڪو هاڻو ڪري ڪونه ٿو ڪري

١- ڪو رقص جي حالت ۾ آهـي
ڪو وجـــد جي حالت ۾ آهي
ڪئي آهـــي شروع پڪوا ز پنن
ڪو هاٿو ڪري ڪو نه ٿو ڪري

٢- ســـو ســـور سهي آزار سهـي
گل خاطر گل جنـــا خار سهي

زخمي ٿـــي پيو بلبل جو بدن
ڪو هاڻو ڪري ڪو نهہ ٿو ڪري

٣- مر باغ ۾ لطف بهـار هجي
گلـــزار هجي گڏ يـــار هجي
ڪهڙيءَ طوطا پکي ٿا لاتيون لنون
ڪو هاڻو ڪري ڪو نهہ ٿو ڪري

٤- هڪ ڏينهن نہ هوندو گل ۽ چمن
رابيـل رتـن سوسـن ۽ سـمـن
رهـندو نـہ سلامت شاخ ۽ پـن
ڪو هاڻو ڪري ڪو نهہ ٿو ڪري

٥- ڪري "دادن" هار سينگار نوان
اکين جي اکيان خونخـوار نوان
گهمندا تـا وتن سڀ سيـم بـدن
ڪو هاڻو ڪري ڪو نهہ ٿو ڪري

بيت

ڏاهي ڏاهہ نڱي جو مٿان نڱي نہ وڃني نڱ
پسي اڇي پڳ، مٿان يلجي پائيچارو ڪرين

## ڪبو يار پيو ٻي

اڄان دل چوي ٿي ڪبو يار پيو ٻي
وري دنيا ۾ ونبو آزار پيو ٻي

١- اڳي ٻي پڇتوسين وري پيئبو هاڻي
پريل زهر جو جام تمتار پيو ٻي

٢- ٿيندي ليليٰ وانگي ڪا ٻي پي جهان ۾
ٿيندو مجنون وانگي ڪو نروار پيو ٻي

٣- ليي ٻوندو ڪاٿون نہ ڪاٿون اي "دادن"
اڳئين جهڙو خونخوار دلدار پيو ٻي

### قطعہ

حسن تنهنجي ۾ هيو ڏاڍو شرافت جو گمان
پر اي سهڻا تون تہ ڪو هئين ٺانگ سهڻو بي زبان
پيا تہ چڏ پر منڊ وارن ڪي ٻہ تو ڪائي وڏو
ويا وڃائي ڪيئي مرليون تو اڳيان جو ڳي جوان

### بيت

سرتيون آهيان سيني ۾ آءٌ هيٺين ڪان هيٺي
پر جي ملڻ سپرين تيان پيٺين ڪان پيٺي
ڏيرم وهيٺيي، جيئري آهيان جڳ ۾

## نڪ ۾ ڦاي پوي

دلبر سچو رهي ته حقيقت ڪلي پوي
ن وصل جو ڪو واءُ گهڙيءَ ۾ گهلي پوي

١- ڏسجي انهي ڪي رستو جو رستو پلي پوي
ڇا لاءِ ڪو غريب اجايو رلي پوي

٢- ڪجهه بي نظر ۾ نه آ معشوق ڪانسوا
عاشق جي گرچه سر تي ڪٽي ڇٽ جهلي پوي

٣- ڇاهي پري يا حور اڳيان منهنجي يار جي
سرمو پوي اکين ۾ ۽ نڪ ۾ ڦلي پوي

٤- دلبر سواءِ ڪين رهي دل تي "دادنا"
هر جاءِ هاڪ يار اسان جي هلي پوي

## بيت ڦدو سال ڦبائي ويو

ڦدو مال ڦبائي ويو ڏندن وارو وينو ڏسي
مرضي هاڻي ڦدي جي ڦاٽي ٽوڙي ڦسي

## عشق ڪان سوا جڻ گور پور آ

تدبير ڪم نه ٿي ڏئي تقدير زور آ
منهن جي تباهي لاءِ مقدر ڪي شور آ

١- گم ٿي وئي چو اڄ منهنجي دل جي اور آ
شايد ته هي لڳل ڪو گهرو گهر جو چور آ

٢- معشوق ڪي هيانوَ تي عاشق ٿيو تور آ
عاشق ته بي سندس جي مٿان اور گهور آ

٣- عاشق تيئن مان يار تي آهيان اي دوستو
عاشق چون ٿا جو جيئن چنڊ تي چڪور آ
٤- مان ڇا چوان ٿو ڇا هو چوي ٿو مان ڇاڪريان
کھڙو نہ ڏس تہ اگيون بہ سمجھڻ جو مور آ
٥- غافل نہ لطفِ عشق کان رهجي اي "دادنا"
انسان عشق کان سوا ڇڻ گــور ڏور آ

## قطعہ

ڪنھن خار کان مئخانہ مٿون مئہ خوار اٿي ويا
محفل مٿون منــا ماٺھو مزيدار اٿــي ويـــا
اٿٺا نہ هيا جيڪـي سـي لاچار اٿــي ويــا
ڪي سچ چــوڻ وارا گنھگـــار اٿــي ويـــا

## چشمن ۾ مسيحائي

ياس پيي درد ۽ پيي خلق جي رسوائي پيي
ٻڌجي پيس ڇريو پيي مستانو پيي سودائي پيي
١- تنھنجي مرضي توڙ تسين شوخي سان يا نرمي سان
موت پيي تنھنجي آ چشمن ۾ مسيحائي پيي
٢- ٿيندو انصاف ڏسڻ جھڙو قيامت ۾ تــڏهــن
رب اگيان ايندو جڏهن ٻڪرو پيي ڪاسائي پيي
٣- آهيان روز ازل کـــان مان وٺـي اچ سوڌو
تنھنجو عشاق پيي مشتاق پــي شيدائي پـي

٤- ڇاڇوان ڪنهنکي قصور آهه نه ڪنهنجو "دادن"
مون ته دل هٿ سان ڦرائي ٻي ۽ ڦاسائي ٻي

## قطعه

دوست غافل جو نه عاقل غم ڪري
ڪم ڇوي ڪنهنکي نه پنهنجو ڪم ڪري
عارضي ٿوري جيئڻ لئه "دادنا"
اهنجو سهنجو پورو پنهنجو دم ڀي

## ڏور ڏيري جي

منزل کي ڪڏهن پهچندي هي ڏور ڏيري جي
هڪ ٻيوسي ٻي سر تي ڍيري بار ڳري جي

١- حالت نه پڇو مون کان ڏسڻ جهڙي نه آهي
دل ۾ ٿي ٻري باهه جا ڇڻ باهه ڪري جي

٢- آسان آٿو جيڪي ڪجي سڀ ٿي سگهي ٿو
پر آهه ضرورت رکو همت جي ذري جي

٣- ٻجلي جي جهلڪ ڇاهي انهي کان به زياده
ماري ٿي سجڻ واري مونکي ديد پري جي

٤- مونکي ٻيو ڪجي ڇا ٻيو خدا کان ڇا گهران مان
جي خاڪ هجان يار جي جوتي جي تري جي

٥- ڪو ڪو ٿو هزارن مان بچي "دادنا" اڄڪلهه
قسمت جي ٿني آهي ڪنهين بخت ٻري جي

## وفائون ڪري ڪري

وٺي عمر پنهنجي گذري وفائون ڪري ڪري
ويٺاسين غم پرائي ادائون ڪري ڪري

١- انصاف پيو پلئه نه پڇائون ڪري ڪري
خالي ويو سوالي صدائون ڪري ڪري

٢- ناسور نيهه جو نه ڇٽو ڪنهن علاج سان
ٿڪجي پياسين نيٺ دوائون ڪري ڪري

٣- زنده اسانجو عشق آ مرٽو نه آ ڪڏهن
ويندو مري رقيب گلائون ڪري ڪري

٤- دل پيي ڏنم جگر پيي ڏنم جان پيي ڏنم
آيس نه باز اهڙيون خطائون ڪري ڪري

٥- مر بد دعا هو مونکي ڏئي "دادنا" مگر
ويندس نيائي مان ته دعائون ڪري ڪري

## نظم گل جو پن پلو آ

منافق دوست کان دشمن ڀلو آ
سڄي کان ڪن وڃي سو ڪن ڀلو آ

١- ليي ڇيني جو جاٽي ڪين تاٽي
ذڪر جو تنهنڪري برتن ڀلو آ

٢- ٿو گل پئجي ته ٿئي ٿو شور پيدا
پري کان يار جو درشن ڀلو آ

٣- ڏئي جو ڪينڪي خوشبوءِ "دادن"
انهي گل کان تہ گل جو پن ڀلو آ

## غزل ڦهڪار سهبا

تبو عاشق تہ سر تي عشق جا سو بار پيي سهبا
ڪبي جي گل سان گستاخي تہ آخر خار پيي سهبا

١- ڪنهين جي ڪان ٻي دردن جا طبل تڪرار پيي سهبا
خوشي سان سور ۽ سختيون الم آزار پيي سهبا

٢- مٿي تي موزئي معشوق جا ڦهڪار پيي سهبا
رتل ميندي سان دستِ يار جا ڦهڪار پيي سهبا

٣- اي يارو ڇا نہ سهبو سيڪي سهبو ناز وارن جو
انگل ۽ لاڏ ڪوڏ ارڏايون آثار پيي سهبا

٤- ڪبي اف پي نہ اي "دادن" هتان دلدار جي هردم
پيا ڏک سهبا ڦٽ سهبا مٿي ۾ ڌار پيي سهبا

### بيت

بي غيرت بدنام جو پرٽو پيو پاڻار
گهوريو مٽ مردار، پاڙي نہ چڱو پانهنجي

## غزل ڏم ڏڙي آهي

جان سورن ۾ وئي سڙي آهي
ياد سڪ جي نہ ڪا گهڙي آهي

١- هڪ تہ همراز هم جليس نہ آ
لاتي دردن پيي ڏم ڏڙي آهي

٢- عمر ير كينكي ڇتي سگهبو
دوست دل قرب ۾ ڪڙي آهي
٣- جاتي خود موت يي مري تو وچي
كيئن وچي اک اتي اڙي آهي
٤- ڪن ڪتي رات عيش ۾ "دادن"
ڪن ڪتي روئي رت رڙي آهي

## قطعه

پين وانگي چريو ناهيان مان سيني کي سڃاڻان تو
اڃان مئخاني ۾ عادي ڏسان پاپي پراڻان تو
مان رند آهيان مان طالب آهيان رندن جو اي "دادن"
منافق تي نه سڙتو آ مان حق ۽ سچ چاڙهان تو

## ڪنهير هجي ته اهڙو هجي

جدا نه دم ٿئي دلبر هجي ته اهڙو هجي
جياري دل مئي رهبر هجي ته اهڙو هجي
١- نقاب کولي ڇڏي هرڪو مر ڏسي خوش ٿئي
حسين حسن جو پرور هجي ته اهڙو هجي
٢- ڀڳل چنگهون ۽ جي ٻانهون ڳنڍيائين ته چا تي پيو
ڀڳل دليون ڳنڍي ڪنير هجي ته اهڙو هجي
٣- ٿي ڏار ڏڙ ڪان وچي سر خبر نه پئي "دادن"
اشاري سان ڪهي خنجر هجي ته اهڙو هجي

## بيت شاعري ۾ ناز آ

هر ڪنهين جو پنهنجيءِ نهنجي جاءِ تي پرواز آ
سرڻ آخر سرڻ آ باز آخر باز آ
ناز دولت مند کي دولت تي آ پر "دادنا"
مونکي پنهنجي شيرين شعرو شاعري تي ناز آ

## بيت

جن جون رنون گهمڻ راڄ تنکي مٿيا کهڙي منهن ۾
کائن وينا ڪاڄ، ماٺهو منهن مٿي ڪيون

## غزل وارن ڏکهن جو بار تو ڏسجي

خدايا خير ڪر ڪنهن خار ۾ غمخوار تو ڏسجي
اڇوڪي وقت جي يارن جان پنهنجو بار تو ڏسجي
١- سبب اهڙو نہ آهي بي سبب بيزار تو ڏسجي
اتيئي پيار تو ڏسجي اتيئي عار تو ڏسجي
٢- ارادن ۾ سڄڻ جي موت جو آثار تو ڏسجي
مرڻ وارو سندس ڪي برهہ جو بيمار تو ڏسجي
٣- گهلي ڪا اهڙي آهي باغِ الفت ۾ هوا ظالم
جو ڪلهہ دلدار هو سو اڄ اهو غدار تو ڏسجي
٤- پيون نظرن سان ڪنهن مظلوم جو هو خون وينو آ
اکين ۾ اهڙو خوني رنگ جو خمار تو ڏسجي

٥- هيو چالاڪ ڏاڍو دل ڦرڻ جـــي مهل دل وارو
عجب آهي هينئـر معصوم ننڍڙو ٻـار تو ڏسجي
٦- ڪڏهن ايندو ڪڏهن ملندو ڪڏهن ٿيندوا چي مهمان
انهيءَ سوداءَ ۾ سوگهو ٻـــڌو ءُ پار تو ڏسجي
٧- ڪلڻ سان تا ڪرن موتي سچو چٽي هيو سهڻي ڪي
سڄڻ صورت سانَ گڏ هڪڙو وڏو زردار تو ڏسجي
٨- تو ڏسجي بوجهہ گردن تي گلن جو هار اي "دادن"
ڪمر باريڪ ني وارن ڊگهن جو بار تو ڏسجي.

## قطعہ

ٻئي ابرو تکـا خنجر فولاد تہ ناهن
ٻئي چشم ڪهڻ واسطي جلاد تہ ناهن
پيچيده ڏسڻ ۾ تا اچن اهڙي طرح تي
ٻئي مار سيهہ زلف جا نر ماد تہ ناهن

## بيت

ڪاڏهون جي ڪاڏي وڃي او جهڙ ٻئي آهيان
جاڏي پير پنهل جـــو تا نگهہ ٻہ ڪيم تاڏي
حرف نہ آهـــي هوت ڏي مهڙ ڙئـــي ماڏي
جانب و يـــو جاڏي اِءَ ٻہ ويندس اوڏهيـن.

## غزل

وقت ٿو غيرت لتاڙي چا ڪجي
ڪاڙي پڄجي ڪنهن تي پاڙي چا ڪجي

١- چا ڪجي هت سڄ چوڻ آهي گناهه
صبر پيي ٿو ساهه ساڙي چا ڪجي

٢- ويو وڌي بس بد گماني جو مرض
هرڪو ٿو هڪ ٻئي کي تاڙي چا ڪجي

٣- چور ٿو چوري ڪيو ڪلندو وتي
پا ڳيو ويٺو ڳوڙها ڳاڙي چا ڪجي

٤- ڪونه ڪو آهي بڌڻ وارو هتي
ڪنهنکي چئجي هيانءُ ڦاڙي چا ڪجي

٥- پيون لهي ٿو پيون ۾ پڪا پيا لهي
سيڪو تي پيو سر اگهاڙي چا ڪجي

٦- ڪنهن جي پيي عزت سلامت ڪين آهه
گهوڙا گهوڙا ڙي الاڙي چا ڪجي

٧- پاڙو پاڙي کي ٿو کائي "دادنا"
ويهجي نئين ڪنهن جي پاڙي چا ڪجي

### بيت

ڏيهه نه ڏنگو ڏيهه، پر ماڻهو ڏنگا ڏيهه جا
آتيئي پلي ويهه، ويهه نه ويرين وچ ۾.

بيت

اِڳو تہ اهبو ئي لک ٿيو پيو نہ هٿج پيهار
دوست پرين دلدار ، سهڻ ناهي سترو۔

بيت

ڪلهہ ڪلهوڪا ڏينهڙا گڏ گذاريوسين
اَج اَڏاريوسين پکي هٿان پانهنجي۔

بيت

هينئر اوڏانهن هليو وڃبو نہ پهچي موت پي جاتي
هي اندازهٔ جنون آهي بيابان ڪيس مجنون جو۔

بيت

صحبت سپريان جي وسري مور نٿي
اڃان سڪ نہ لٿي هو اڳئي ويا اسري

## غزل

بي اعتبار مٿان اعتبار ٿي نہ پوي
هميشه واسطي دل بيقرار ٿي نہ پوي
١- ڪڃي ڪمي نہ ادائي ۾ قرب وارن سان
اجائي پاڻ ٿي ڪنهنجي ميار ٿي نہ پوي
٢- نہ وڃجي اڻ سڏيو محفل ۾ يار جي هرگز
مبادا ڪنهنتي ڳرو پنهنجو بار ٿي نہ پوي

٣- چتائي ڪان ستمگر هٽي تو نظرن جا
ڪو وات ويندي مسافر شڪار ٿي نہ پوي

٤- پريل ٻئي مئي سان ڏسي جام چشم جانان جا
شرابي ڪو متان پرهيزگار ٿي نہ پوي

٥- مزو جواني ۾ ورتوسين عشق بازي جو
سفيد ريش هيئنئر داغدار ٿي نہ پوي

٦- خزان ۾ آهہ ٿي ايجاد گل جي فطرت جو
خزان بدلجي وري نئون بهار ٿي نہ پوي

٨- رزيل ساڻ ڪيي راز دل جو اي "دادن"
شريف ماڻهو اجايو خوار ٿي نہ پوي

## قطعہ

گذري ٿي عمر پنهنجي ڏهاڙي ڏهاڳ ۾
ڪڏهين نہ سنبران هڪڙي پي ساعت سهاڳ ۾
جو خواب ۾ ڏٺم سو ڏٺم ساگيو جاڳ ۾
ڏاڙهي آ هٿ ۾ يار جي ۽ پٽڪو آڏاڳ ۾

## قطعہ

واقفيت ڪئون مون ڪئي توبهہ
جاهليت ڪئون مون ڪئي توبهہ
پيار حيوانيت جو مون ڪي ڪيي
آدميت ڪئون مون ڪئي توبهہ
چريو ٿي آهہ رهڻو چريـن سان
قابليت ڪئون مون ڪئي توبهہ

# هلڪو بار ڪرڻو آ

نہ ڪچڻو آ پچڻو آ نہ ڪي تڪرار ڪرڻو آ
اوهان ڪي عار ڪرڻو آ اسان ڪي پيار ڪرڻو آ

۱- هجن پهرا هزارين مر هجن پستل ۽ بندوقون
سڄڻ سائين سندء ڪيئن پيي ڪري ديدار ڪرڻو آ

۲- ڪري بر منهن هليو وڃبو انهي اولهہ جي هن پاسي
اي سهڻا تنهنجي سر تئون پنهنجو هلڪو بار ڪرڻو آ

۳- ضرور اچڻو آ تنهنجي اسپتال اندر بهاني سان
پچاڙي پاڻ کي هٿ ساڻ ئي بيمار ڪرڻو آ

۴- ڏنوسين نيٺ اي "دادن" نتيجو دل لڳائڻ جو
محبت ڪرڻي اچڪلهہ ڪنهنسان پيڙو غار ڪرڻو آ

## بيت

دانهون منهنجي درد جون پڌي ڪيئي نہ باجهہ
ڏاڍيا وڏم واجهہ پرين تنهنجي پسڻ لئہ

## ڪلام- سر تانگ

ناهيان سڄڻ پنهنجي وس، ڪرڪا منڙا محب ملڻ جي
دل تي بار هزار نہ هڪڙو، روح نہ آهي رس
آهي ڏاڍي آس ملڻ جي
وڃهہ مَ وڇوڙا ڪر مَ جدايون، بس سڄڻ سائين بس
راوَ چڏي ڏي ريت رسڻ جي

هيءَ تہ اڳي پوءِ ماڳهن مرندي، گولي اوهانجي گس
هٿندي مور نہ هام هڻڻ جي
"دادن" ڪي هن درد جو دلبر، ڏس ڪو ڏاها ڏس
سگهہ نہ آهي سور سهڻ جي

**بيت**

ادلي گدلي آهيان سڄڻ تنهنجي سام
صبح توڙي شام جيان تنهنجي آسري

## خوني خنجر

ذرڙي منجهہ زوراور يار
دلڙيون دست ڪري وٺين دلبر

١- ڪيف منجهائون ڪري امارو
ويڙهي ويٺا چندن سارو
زلف مسلسل ڪارا وار
وهہ واسينگ وسهر ور ور

٢- ڪاڪل سنبل ڪان وڌ سهڻا
قرب جي حرب سان ڪوني ڪهڻا
ڪوس ڪماني قبضہ دار
پرٿ پرون ٻئي خوني خنجر

٣- سرخ اکيون لب سرخ لاثاني
گوهر دنـــدان گنج معاني
چـاهہ ذقـن جـا اونهـا آر
کيئي ٻڏي ويا پير پيغمبر

٤- سرو کـــان وڌ پاڪ پسينو
کليـو خوشبوء دار خزينـــو
شبنم موتـــي مـاڪ ملهـار
موء مئون روء ڏيکارن هر هر

٥- لکين عقيـل اليـــل اداسي
پرت سندا پـر گهور پياسـي
فهم چڍي تيـــا ڦيريـــدار
کوڙين تنهنجي کوء ۾ کمتر

٦- خال جا داڻا چگندي آئـي
سر تي زلف سياہ ـه ڦاهي
ماري جا هٿ منجهہ شڪار
هن لئہ عيد تہ هن لئہ محشر

٧- عشق کيا اڪ ساقہ سالم
عشق جي اڳيان ڪيئي عالم
ناهہ ڪري تيـا نت نرواز
ڪتر قـدوري منتـق مصادر

٢- سهڻا "دادن" جو سر چاهي
وڏ جي اوهانکي گهرج ۾ آهي
تيـز تکـي کڻ هـڻ تلـوار
ناهہ پرين کا هتڙي نهکر

## نظم بلائون بہ آهن

محبت ۾ رنج و بلائون بہ آهن
وفائون بہ آهن جفائون بہ آهن

١- سزائون بہ آهن ادائون بہ آهن
رضائون بہ آهن قضائون بہ آهن

٢- مريضن مٿانهون حبيبن جا هٿڙا
دوائون بہ آهن دعائون بہ آهن

٣- هميشه چمن ۾ نہ هوندي بهاري
ڪڏهن مختلف ڪي هوائون بہ آهن

٤- بشر گهر خطائن جو آهي اي "دادن"
بشر کان ٿي ٿينديون خطائون بہ آهن.

## نظم ڪنڊ جون نہ آهن

زماني جون خبرون ڪنهن جون نہ آهن
پڌايان چيا ٻاهر ڪيڏ جون نہ آهن

١- سچيون دليون هرگز رسڻ جون نہ آهن
سرن جي سٽن ۾ گسڻ جون نہ آهن

٢- جي ٻولين ٻڌيون سي ٽٽڻ جون نہ آهن
هزارن جي ضد ۾ هٽڻ جون نہ آهن

٣- هي خون، ڪٽوريون لڪڻ جون نہ آهن
گريون ۾ گنجون پيي وٺڻ جون نہ آهن

٤- جي بيماريون عشق بازي مئون ٿي پيون
سي لقمان کئون پيي چٽڻ جون نہ آهن
٥- ڏسين بي رخي ساڻ تو اج اي "دادن"
اهي اکيون ساگيون سچڻ جون نہ آهن.

## قطعہ

هينئر دل چوي ٿي پري کان پري
هليو وڃبو سورن کي ساٿي ڪري
لهي بار پوندا گهٽن جي مٿان
ڏکن دوستن جي پلي دل نري.

## نظم حرکت نہ آهي

محبت ۾ انڪار فطرت نہ آهي
محبت کان خود خالي قدرت نہ آهي
١- محبت نہ جنهن ۾ مصيبت نہ آهي
محبت ۾ سک سا محبت نہ آهي
محبت سوا لطف ملت نہ آهي
محبت ري جنت پيي جنت نہ آهي
٢- محبت سچي جهڙي نعمت نہ آهي
محبت ۾ سر ويو تہ حرڪت نہ آهي
بنا درد "دادن" پي لذت نہ آهي
جي فرقت نہ آهي تہ فرحت نہ آهي.

## قطعو

ملڻ کان پوءِ جدائي ٿئي ماڻ اهڙو ڪبو ڪاڏي
سڄڻ مان ٿئي ڦري دشمن سڄڻ اهڙو ڪبو ڪاڏي
نہ سهڻي آهہ صورت پر جي سهڻي سيرت آ "دادن"
وٺي جو ڪيڻ ڪي ڪنهن کي اچڻ اهڙو ڪبو ڪاڏي

## احساسِ غيرت نہ آهي

چو اڄ ڪنهن کي احساسِ غيرت نہ آهي
سو گل ڇا ڪبو جنهن ۾ نڪهت نہ آهي

۱- ڇا دولت حرام آ سا دولت نہ آهي
جنهن عزت ۾ ذلت سا عزت نہ آهي

۲- اڳئين وانگي ماڻهن جي نيت نہ آهي
تڏهن رزق ۾ ڪنهن جي برڪت نہ آهي

۳- هي اهڙو سمو آهہ جو شير کي پي
گدڙ جي غلامي کان نفرت نہ آهي

۴- ڇا مائٽ هجي ڇا هجي دوست "دادن"
ڪنهين ڪم جي هڪبئي ۾ حجت نہ آهي

## قطعۂ فون

ڪريان ٿو فون سڄڻ ڏي ڪو پيو حھتي نہ وجھي
رقيب وجھہ وٺي لا ٿين ڪي ڪٽي نہ وجھي
رڪايان ڏاڙھي نٿو بس انھيءَ ڪري ” دادن “
چوان مان سچ متان ڏاڙھي ڪو پٽي نہ وجھي

## آزاد آھيان

خيالن جي دنيا ۾ آباد آھيان
گھڻن انتظارن ڪان آزاد آھيان

١- سکڻ جي سيکارڻ جي ناھي ضرورت
نہ شاگرد آھيان نہ استاد آھيان

٢- نہ ليلا جو عاشق نہ شيرين جو شائق
نہ مان آھيان مجنون نہ فرھاد آھيان

٣- پيو خاڪ ۾ آھيان نيم بسمل
نہ مقتول آھيان نہ جلاد آھيان

٤- دعاگو مان سڀ ڪنھنجو آھيان اي دادن
نہ دنيا ۾ ڪنھن کان بہ ناشاد آھيان

## قطعہ

محبت ۾ نہ پيري ۽ نہ جواني جو سوال آهي
هميشه آدمي جي دل جوان ۽ نئون نهال آهي
ٿئي معشوق عاشق پنهنجي عاشق جي مٿان دادن
نہ عاشق جو مگر هي عشق جو ڪيڏو ڪمال آهي

## تارن جي وچ ۾

آ هڪ دل دليلن هزارن جي وچ ۾
پيل آهيان ڪن پسارن جي وچ ۾

١- ڪجي ڳالهہ ڪوڙي نہ يارن جي وچ ۾
ڪسو چو تجي قر بدلرن جي وچ ۾

٢- وڃي ڏيکي ڪيئن نڪارن جي وچ ۾
پيادو چا هلندو سوارن جي وچ ۾

٣- جيئن چنڊ روشن آ تارن جي وچ ۾
تيئن يار آ حسن وارن جي وچ ۾

٤- ڏهاڙا جدائي جا تي ختم ويندا
وهاريندو پرور پيارن جي وچ ۾

٥- قيامت ۾ هونلس نشابر اي "دادن"
مان مجنون ۽ فرهاد پارن جي وچ ۾

## بيت

پسي ڳاڙها ڳل متان پوين مامري
کهنبي وارو چٽکو کي پلڪون کي پل
اندر مڙئي اگڙيون مٿيون خالص ڳل
عشق نہ ڄاڻن آل عاشق ڄاڻن عشق کي

## غزل چپ چپ ڄان نہ ماڻي

درد هن ڏيرا ڪيا دل جي اندر دلدار يار
نالــي خالق جي اي جانان ڪينڪي ڪر ڏار يار

۱- ڪا نہ ڳڻ ڪر اي سڄڻ هن درد دل جي کي ڏسي
ڳڏ ڪٽي نالي ڏٽي جي ڇڏ اهي انڪار يـار

۲- عشق جي آڙاهہ آتش جان جــا ساڙي ڇــڏي
شڪل ساڳي تنهن نہ ڪئي هٿ هٿ هيئن جا هار يار

۳- آسرا ڏيندين گهٽائي عاشقـن کـي اي حسين
جان آزاري ڇڏيـي اهنجا ڏئـي آزار يـار

۴- هي اگهائج التجا صدقـي سخـي سـر نـاز جي
ڏي اڇي نـادار ”دادن“ زار کــي آڏار يـــار

## قطعہ پنهنجو ڪم ڪجي

دل کي ڪجي ڪشادو نہ ڳذري جو غم ڪجي
وڃ گهٽ نہ ڪنهنکي ڇئجي پيو پنهنجو ڪم ڪجي
ٿوري جيئڻ جي واسطــي دنيــا ۾ ”دادنا“
اهنجو ڪي سهنجو پورو حياتي جو دم ڪجي

## نظم ديگر

رسي تو دلربا اڳ پوء جي ڳڻي نہ ڳڻي
خبر خدا کي الائي هي ڪم بڻي نہ بڻي

۱- اڇوڪي وقت ۾ سيڪو آ يار مطلب جو
چوان تو سچ ڪنهين کي وڻي نہ وڻي

۲- لبن جي لالي زيادہ آ لعل کان توڙي
مسا ڳ سرخي لبن کي سچڻ هٽيُ نہ هٽي

۳- نباهہ ”دادنا“ دلدار ساڻ پنهنجي تون
اڳئين جي مرضي قدم قرب جو ڪٽي نہ ڪٽي

## قطعہ

نہ تو سمجهان انسان چا ڪي تو چئجي
حيا ڏين ايمان چا ڪي تو چئجي
تو ماڻهو کي ماڻهو سان ماڻهو لڙائي
ٻڌايو تہ شيطان چا ڪي تو چئجي

## بيت دادن

ماڻهو مڙئي نہ محبتي ٠نا مڙئي نہ انب
ڏاڙي گهڻا ڏنب، پر سچو ڪو سنسار ۾

## تدارڪ ڪير ڪري

جن تو تئون فدا تن من ڪي ڪيو
ڏس تن جو تدارڪ ڪير ڪري
جيئرا تہ ملن ٿا جيئرن سان
مردن جو تدارڪ ڪير ڪري

۱- لقمان بہ تون تہ مسيح بہ تون
مون لاءِ حڪيم طبيب بہ تون
تو کان بہ دوا دارون نہ ملي
دردن جو تدارڪ ڪير ڪري

۲- هڪ ناهي مرض جو ماٺ ڪجي
هت حاجت ناهي حسابن جي
زخمن جو تدارڪ ڪير ڪري
زهرن جو تدارڪ ڪير ڪري

۳- سنگتي نہ رهيو ساٿي نہ رهيو
پانڌي نہ رهيو ڪانڌي نہ رهيو
لا وارث لاش ٿيو عاشق جو
مدفن جو تدارڪ ڪير ڪري

۴- قمري نہ رهي ڪوئل نہ رهي
بلبل نہ رهي گل پي نہ رهيو
مالهي بہ خزان ۾ رخصت ڪئي
گلشن جو تدارڪ ڪير ڪري

۵- دل پيي نہ رهي جان پيي نہ رهي
جنهن صورت ۾ تون پيي نہ رهين
تنهن صورت ۾ "دادن" ڇا ڪري
دادن جو تدارڪ ڪير ڪري

## غزل تندرستي واسطي

ڪو زوال آهي تہ مئي نوشن جي مستي واسطي
جيڪي ڪن ٿا ڪين ٿا ڪن پنهنجي هستي واسطي
۱- بت پرستي ٿو ڪريان مان حق پرستي واسطي
عشق آهي ڪين ڪنهن جي زير دستي واسطي
۲- ڪهڙو دنيا ۾ ڪجي غم تنگدستي واسطي
وقت ٿا ويهي وڃايون ٿوري وستي واسطي
۳- انتظار آهي نہ مون کي انتظام روزگار
منهن جو خالق آ جڏهن رزق السي واسطي
۴- "دادنا" تون ڇئو طبيبن کي نہ پنهنجي ڪن دوا
ڪافي آ ديدار تنهنجي تندرستي واسطي.

### بيت

هوندي سوندي ڇڏ هيءَ هوند سيبئي هوت لئي
لڏلڻون اڳي لڏ، نہ ڪر سان ڳڏجين ڪاپڙي.

## غزل — منهن لڪايون ٿو وڃي

ڪاش مون ڪان اي سڄڻ اڄ موڪلايون ٿو وڃي
منهنجي دل تي داغ حسرت جو لڳايون ٿو وڃي

١- اوچتو ڪيئن ٿو وڃي ڏاڍي ٻڌايون ٿــو وڃي
موت جهڙو مون کي هي صدمون رسايون ٿو وڃي

٢- پاڻ کان پو منهن جي گهر ۾ ڇا بچايون ٿو وڃي
سان بچيس سو ٻيي وري چريو بنايون ٿــو وڃي

٣- عمر ڇوٽي ۾ ڪندو هيئن ڪين ڪي مونکان حجاب
نوجواني ۾ ڀــلا ڇو منهن لڪايون ٿــو وڃي

٤- ٽيندي بدنامي ٻنهي جي صبر مونکي ايندو ڪين
سڌ لهين ٿو ڪا ته ڪنهن جو گهر جلايون ٿو وڃي

٥- ٿو وڃين پر تو سهاري ڪنهنجي "دادن" کي ڇڏين
دل نه ڪنهن سان لائجي اهڙو پڙهايون ٿو وڃي

### بيت

مرد نه ماريا موت، مردن ماريو موت کي
فوتئون اڳي فوت، جيئرا آهن جڳ ۾.

## غزل   ڪون آئين پڇڻ

ڪين ڪي آئين سڄڻ مونکان پڇڻ جي واسطي
دير دم جي ناه دلبر دم ڏيڻ جي واسطي

٢- پاڻ کي ڪو آسرو ڪونهي بچڻ جي واسطي
منتظر آهيان گهڙو تنهن جي اچڻ جي واسطي

٢- ڪيئي خيراتون ڪيد باسيم سڪائون سو هزار
مون گهتايو ڪين ڪي آهي ملڻ جي واسطي

٣- ملڪ ساري جا ٿيا معشوق عاشق تو متان
حور پڻ حيران آ تنهن جي ڏسڻ جي واسطي

٤- بار سينن تي سهي هڪ ٻئي جا وڇبا ها ڪڏهن
اڄ ته ڪا اميد ڪانهي هٿ رکڻ جي واسطي

٥- پيو مرض ڪونهي لڳل "دادن" جي دل کي دلربا
بس مرض آهي ته آهي گڏ رهڻ جي وا سطي.

### سيت

سونهن سياڻپ سيٽ جي ڪمي ڪنهنکي ڪانه
ٻاهر لوڏ لکن جي گهر بک مرن مهمان
"دادن" اتم دل ۾ انهن جا ارمان
جيڪي جنگ جوان سي لڏي ويا هن لوڪ مان.

## غزل کوشش کري

سر يار کي ڏيان تو اڏي تي ڏري کري
خنجر هٽي يا پالو پلي جان پري کري

١- طاقت سهڻ جي پاڻ ۾ ڪانهي ڪا پر تپي
سهجي ٿو سڀ ڪي قرب جي هڪڙي ذري کري

٢- ڪيئن مان پري رهڻ ٿو گهران يارَ کان مگر
مون کي ڇڏيو تو بي خطا پاڻان پري کري

٣- آهي خدا پرست اِهو جيڪو در جهان
ڪم ڪنهن نه ڪنهن فريب جو ڪوشش ڪري ڪري

٤- حاضر آ جسم جان جگر پنهنجو "دادنا"
سر ڪاڻي ماس منهن جو تئي ۾ تري ڪري ]

## قطعه

يار تنهنجي شهر مئون آزار ورتيون ٿو وڃان
باغ مئون گل جي عيوض ڇڻ خار ورتيون ٿو وڃان
پيو ته تنهنجي شهر مئون سودو نه مون ورتو سڄڻ
ڦاهي ڪاڻڻ واسطي ڪاپار ورتيون ٿو وڃان

## مِٺا گل

باه کان پاڻي مٺي    راڄ کان راڻي مٺي
انڌي کان ڪاڻي مٺي    چرئي کان سياڻي مٺي
گنجي کان ٽوڙو مٺي    گونگي کان ٻوڙو مٺي
گڏه کان گهوڙو مٺي    هڪڙي کان جوڙو مٺي
توري کان ڪچ مٺي    ڏونهين کان مچ مٺي
گاري کان گچ مٺي    ڪوڙ کان سچ مٺي
لب کان لب مٺي    سڀ کان رب مٺي
چپ کان هل مٺي    دادن کان گل مٺي

## ڪافي وفادار ساٿهو

مري ويا پيارا وفادار ساٿهو
بچا باقي بي درد بيڪار ساٿهو

۱- ڇڱو ٿيو ائين ٿيو جيئڻ ٿي رهيو آ
بچا ساٿهن مٿون جاڻ ٿا مردار ساٿهو

۲- ڦري دل پرائي نه پنهنجي ڏين ٿا
هي ڪهڙا نه آهن مزيدار ساٿهو

۳- نه واپار گر ڪئي سان دلين جو دادن
خطرناڪ آهن خريدار ساٿهو

## متو ميڙو ڇڏي ڏنم

دنيا کي سمجهي رستو اويڙو ڇڏي ڏنم
عزت بچائي بس متو ميڙو ڇڏي ڏنم
١- ماٺهو ڇڏيم وطن جا ۽ مائٽ وطن ڇڏيم
آباد وسندو پنهنجو ويڙهو ڇڏي ڏنم
٢- طوفان وقت پنهنجي خدا تي رکي ڪري
درياهه ۾ نصيب جو پيڙو ڇڏي ڏنم
٣- رخ يار جي مئون سمجهي ويس اڄ ٿي "دادنا"
حجت جو اڳتي يار سان جهيڙو ڇڏي ڏنم.

## شعر بنا نقطي

داد گر گارڙه گوهر داد کو دلدار ڪر
سرس آ سوداءُ واهر ڪر سگهو ڪا سار ڪر
حال محرم مساهرو سرڪار اعلىٰ مووء ۾
وار وارو آر آ سوگها مسلسل وار ڪر
دائما آ درد ۾ سڪ ۾ سدا سائل سدام
ڪارگر هڪ وار ڪا سائس مدد سالار ڪر

## غزل هڏن ڦان ٿو چم لهي

دلبر ملي ته منهنجي ڏکي دل جو غم لهي
بيٺو لڪي ۾ آهسي ٿئو هيٺ دم لهي
١- ڪهڙي نموني دوستو رنج و الم لهي
پنهن جي ٿئون ڪين ڪي ٿو ستمگر صنم لهي

۲- ماري وڏو آ يار جي رفتار چا ڪريان
هرهڪ قدم حبيب جو لک لک پدم لهي
۳- در دلربا جي جيڪي سوالي انهن منجهان
منهنجو خدا ڪري تہ چڱي ريت ڪم لهي
۴- آگاهہ ناهہ عامہ ڪي هن اونهي راز جي
ڪر صبر "نادنا" جو هڏن تئون تو چم لهي

## قطعہ جديد تشبيهہ

هينيون مٿيون ٻئي پنبڙيون هڪبئي تي عاشق آهن
اک جي نظر ڪي روڪي هڪبئي سان ڪيئن مان ٿيون
منهن جو ٻــــ يار سان تيئن هر هر ملڻ ٿئي ٿو
نظرن ڪي روڪي پنبڙيون هڪبئي سان جيئن ملن ٿيون

## ديوار ڪان چا پڇان

بي دادگي جي باري ۾ دلبر ڪان چــا پڇان
ڪنهن دير جو سبب مان ستمگر ڪان چا پڇان
۱- ٽيڙو جو هو سو تي ويو مقدر ڪـان چا پڇان
بربادي گهر جي گهر جو جاڻ گهر ڪان چا پڇان
۲- ايذاءُ پنهنجي جان جو نشتر ڪان چـــا پڇان
قاتل جي هوندي خون جو خنجر ڪان چا پڇان
۳- پرواز آسمان جو ٻـــي پـر ڪان چـــا پڇان
نادار جو مان حال تونگر ڪـان چـــا پڇان

۴- منهن جـــي سفينہ جو آ جڏهـــن ناخدا خدا
ساحل جو پوء نشان سمندر کان ڇا پڇـــان

۵- رخصت کان بعد "دادن" لطفِ وصال مان
ديوار در کان ڇا پڇان بستر کان ڇا پڇان

## بيت

ميڙي ميڙي مال مري وينا ين منـــڙا
نيهه نہ ٿئي ناڻي کي اٿئـي زر زوال
زيءَ عبادت رب جي کهڙو آهہ ڪمال
جنهنجو بد اعمال، تڏو تنهنجو گهوريو

## غزل ڇا ڇا ڇيو ڦلاڻي

ڪنهن کي نہ ڇڏيو هاڻي هرڪوئي پاڻ ڇاڻي
سر سيڪو موج ماڻي هرڪوئي پـاڻ ڇاڻـــي

۱- الله ظالمـن کـــي بخشينـــدو ڪين هرگـــز
سڀ ايندا منجهہ بڇاڻي هرڪوئي پاڻ ڇاڻـي

۲- انصـاف جاڻـــي ناهـــي بس رهئو تاڻي ناهي
پڇيو لـــڌو پلاڻـــي هرڪوئي پاڻ ڇاڻـــي

۳- اُن باري ۾ وڃي ڇا پنهنجو تہ ڪنهنجي باري
ڇا ڇا ڇيو ڦلاڻـي هرڪوئـــي پاڻ ڇاڻـــي

۴- دنيا ۾ شـور آهـــي جنگين جو زور آهـــي
ڇا ٿيندو اڄ سياڻـــي هرڪوئي پاڻ ڇاڻـــي

٥- ساري ٿو ساھہ جن کي موتائي ماگ تن کي
اللہ شال آئي ھرکوئي پاڻ چاڻي

٦- ھن ڦهر ۾ اسان کي ھن شهر ۾ اسان کي
آندو آ آب داڻي ھرکوئي پاڻ چاڻي

٧- "دادن" ادا تون ڪم ڪر گذريجو ڪين غم ڪر
ڪجھہ هوش ڪر نڪاڻي ھرکوئي پاڻ چاڻي

## وجهي دام ويو

مونکي بي سبب آهي چڙي غم ۾ گذي گل فام ويو
منهنجي مرغ دل کي آهي زلفن جو وجهيھو دام ويو

١- منهنجي رات وئي منهنجو ڏينهن ويو منهنجو عيش ويو
آرام ويو

منهنجي جان من منهنجي سر کي ڏئي سوداءُ ۽
سرسام ويو

٢- مونکي خلق ساري ۾ اجائي جو ڪري بدنام ويو
مونتي خوامخاه خالي عبس آهہ رکي الزام ويو

٣- منهنجي روح جي راحت وئي فرصت وئي فرحت وئي
مونکي داغ هجرت جو ڏئي آهي ڪري قتلام ويو

٤- هن حسن وارن جي محبت عشق ۾ اي "دادن"
ڪنهنجو شرم ويو ڪنهنجو ڌرم ويو ڪنهنجو دين
ويو اسلام ويو

## بيت "دادن"

سرتيون ٿي ساريان سڄڻ پنهنجا سپرين
ڪنهنکي ڏيکاريان، هيڻا پنهنجا حالڙا

## بيت "دادن"

جيڏيون پنهنجي جانب ريءَ گهايل ڪيئن گهاريان
روئي روئي رند رڙان ٿي نڌر نهاريان
ايي اوساريان، پرديسي پرين لئي.

## ڪلام لاهيون سهڻا

يار سڄڻ ايڏيون ڪر نہ جدايون سهڻا
ڏس نہ ڏنگايون سهڻا

۱- جهڙيتهڙي آهيان اوهانجي مهرڪري منهنجون
ميٽ مدايون سهڻا

۲- عيبن هاڻي آهيان اياڻي ڪوڙين مون ۾
آهن ڪسايون سهڻا

۳- گهوريو وڃوڙي جو گهارڻ گهرم اچ ملي ڪس
قلب جي لاهيون سهڻا

۴- دوست اچين جي در "دادن" جي جيءَ ۾ ڏيان
تو کي جانب جايون سهڻا

## قطعہ پورت ڪاڻهي

مهد کان تان بہ لحد ڪنهنجي پيي پورت ڪاڻهي
تنهنڪري پاڻ کي ڪنهن شئي جي ضرورت ڪاڻهي

ڦھڙي ماحول ۾ رھجي تہ صدف جيئن رھجي
خلق کان جان بچائڻ جي بہ صورت ڪانھي

### شعر چو پنھنجي ھڙ ڦرائجي

ھر دم پنھنجي خيال کي سنو ھلائجي
شريعت کان ھرگز نہ باھر پير پائجي
حق جي حڪم کي پلا چو لڪائجي
ڪولي مسلمان کي ھڪدم ٻڌائجي
پرھيزگاري جو خدا ڪيو حڪم قرآن ۾
چير ٻڌي چو پلا عورت نچائجي
دنيا جي لاءِ نہ پنھنجو دين وڃائجي
ڪڏ ۾ اھڙو ڪتيو تنھن کان پني ڪائجي
ڪوشش ڪري اولاد کي علم پڙھائجي
ڪياڙي ڪوڙائي ان کي نہ ناچو بنائجي
فھم ۽ فضليت سان ويھي راڳ ڳائجي
ڪڏڙن وانگر خوار ٿي نہ تاڙي وڄائجي
اھا نصيحت "دادن" فقير جي دل سان لائجي
پرائي عورت جي پٺيان چو پنھنجي ھڙ ڦرائجي

### بيت

جوڳي آيو جوءِ ۾ ويڙو نانگ مري
وسيھر وري ڪر نہ ڪٽندو ڪڏھن

## مون کئي توبهہ

دوست داري کان مون کئي توبهہ
دنيا ساري کان مون کئي توبهہ

١- يار جو يار ٿئي نہ مشکل ۾
اهڙي ياري کان مون کئي توبهہ

٢- چا جي لئہ انتظار کنهن جو کيان
انتظاري کان مون کئي توبهہ

٣- هاڻي وٺي تہ دل ڏيئي دل وٺي
دل اوڌاري کان مون کئي توبهہ.

٤- هٿ کو لائيندو خون خون کپو
برد باري کان مون کئي توبهہ.

٥- جا سواري سر وجهائي اي "دادن"
تنهن سواري کان مون کئي توبهہ.

### قطعہ

بلبل آهي زمانو کين ٿو چاڻي حقيت کي
کري ناصح نصحيت ٿو نہ سمجهي ٿو نصحيت کي
نہ يارن ۾ رهي ياري نہ خويشن ۾ وفاداري.
ڏسي چڏيو سين آخر نيٺ سيني جي فضيلت کي

## آشڪار آهيان مان "دادن"

با وفا جانثار آهيان مان
سر ڏيڻ وارو يار آهيان مان

۱- زندگي پر قرار ڪونهي ڪو
تنهنجي ڪان بيقرار آهيان مان

۲- منهنجي سيني جو هار تون آهين
تنهنجي سيني تي بار آهيان مان

۳- منهن جي اکين جو نار تون آهين
تنهنجي اکين ۾ خار آهيان مان

۴- جي اچان پرسان ته هٽ هٽ تو چوين
اهڙو ڪو عيبدار آهيان مان

۵- ڪوڙي واعدي تي مون ڪيو ويسهه
ڪيڏو ايماندار آهيان مان

۶- ناهيان عاشق نه ڪي رقيب آهيان.
خاص خدمت گار آهيان مان.

۷- تنهنجو عشاق خسته دل "دادن"
ملڪ ۾ آشڪار آهيان مان

## ڪلام نهٺ ماري

اڏر پکيئڙا پرڙا سنواري- ولڙ وطن ۾ ڏو ڏوکي تنواري
پهچ پکين کي ساجهر سويرو- روهه جبل ۾ وچي ڪر واهيرو

سنبر ساٿيهه ڏي ساڳيو پنڌ سري.
ڪاڏهون آئين ڪاڏهن وينديءپاڻي ٿيندو پوڙ و سر ڪي ڇڏيندي
آخر لڏيندين ساري نيث ماري.
"دادن" دين مٺون وچ تون اڏاڻو - چر ڪي ڇڏي هل سمونڊ بسڌاڻو
سات سگهر سن ڏاتر ڏيکاري.

## نايات نظم بيت "دادن"

ڦنيل ڦٽڙ فراق ۾ ڦڙ ڦڙ تا ڦڙڪن
ياري ٻيڙ ٻاه جا ٻڙ ٻڙ تا ٻڙڪن.
الا ٻارڻ عشق جا جهڙ جهڙ تا جهڙڪن
سيئي عضوا سور ۾ تڙ تڙ تا تڙڪن.
جيرا ٻڪيون جوش ۾ ٻڙه ٻڙه تا ٻڙڪن
هيٺن هڏڙا ڪرڪنان ڪڙ ڪڙ تا ڪڙڪن.
باري بار برهه جا ڪڙ ڪڙ تا ڪڙڪن
ڏاڍا تنهنجي ڏاڍ ڪان ڌڙ ڌڙ تا ڌڙڪن
"دادن" ڪي دڙڪن تنهنجن تپائي ڏنو.

## الله جي قدرت

اي انسانو وٺي عبرت ڏسو الله جي قدرت
هي توڙي شيشئي ڪسرت ڏسو الله جي قدرت
١- نه ٿيو غافل ڇڏي غفلت ڏسو الله جي قدرت
٢ هه ڳ هاريو همت ڏسو الله جي قدرت

٢- ڪڏهن شدت ڪڏهن شفقت ڏسو الله جي قدرت
ڪڏهن رحمت ڪڏهن زحمت ڏسو الله جي قدرت

٣- ڪڏهن فرحت ڪڏهن فرقت ڏسو الله جي قدرت
ڪڏهن حسرت ڪڏهن نصرت ڏسو الله جي قدرت

٤- ڪڏهن ڪلفت ڪڏهن الفت ڏسو الله جي قدرت
ڪڏهن نوڙت ڪڏهن نفرت ڏسو الله جي قدرت

٥- ڇا دنيا ۾ ٿئي ٿو حال ڏس دنيا جي پيارن جو
ڪڏهن عزت ڪڏهن ذلت ڏسو الله جي قدرت

٦- ڪئي راڻيون ڪئي راڻا ڪئي ياگين سندا ياڻا
ڪئي عيش آ ڪئي عشرت ڏسو الله جي قدرت

٦- ڪئي دارا سڪندر آ ڪئي رستم پلنگ آ
ڪئي تخت آ ڪئي تربت ڏسو الله جي قدرت

٨- ڪئي آ تخت شاهي ۽ ڪئي آ تاج شاهانو
ڪئي هيبت ڪئي هشمت ڏسو الله جي قدرت

٩- حسينن حسن وارن جا لٿا نيئن مڙه مقامن ۾
ڪئي سيرت ڪئي صورت ڏسو الله جي قدرت

٢٠ دليون منجهي ويون ماڻهن جون ماٺهو پيي ويا منجهي
وئي برڪت پئي حرڪت ڏسو الله جي قدرت

١١ نمازي آ ته ڪو ڪو آ جي غازي آ ته ڪو ڪو آ

چڙهي وئي چوٽ تي بدعت ڏسو الله جي قدرت

۱۲ جنهين وٽ آه ناٺو سو سياڻو آه ڀو تـوڙي
سندس ٻولي هجي ٻٽ ٻٽ ڏسو الله جي قدرت

۱۳ ٻني ڪان ٻوء تـي هڪڙو ٻي دم دنيا ۾ اي دادن
ملي تي ڪين ڪي فرصت ڏسو الله جي قدرت

## بيت دادن

ڏند ٻڳا ڏاڙهون ٻڳيون ٻڳا سڀ پيرا
سچڻ ويا ملڪ ميـن ساجهر سو ڏيرا
پڇاڙي ۾ ٻئي ڪٺي ٻرٻن جـا پيرا
اڇـا ٿيا ميـرا پره ٿيندا پـنڌرا

## هاء چا ڪيم

تو جهڙو يار يار ڪيم هاء چا ڪيم
سيني جو هار مار ڪيم هاء چا ڪيم
هي پنهنجو حال زار ڪيم هاء چا ڪيم
جو توتـي اعتبار ڪيم هاء چا ڪيم
صد حيف مونکي آه جو گل کي ڇڏي وڃي
غمخوار پنهنجو خار ڪيم هاء چا ڪيم
فرهاد ڪيس جهڙيون سچڻ تنهنجي واسطي
تڪليفون اختيار ڪيم هاء چا ڪيم.

افسوس پنهنجي موت کان توسان اي سنگدل
ڪيئن ايترو پيار ڪيم هاءِ ڇا ڪيم.

تيو انتظار پورو مون دادن جو ڪين ڪي
بس پاڻ کي خوار ڪيم هاءِ ڇا ڪيم

• بيت •

کھڙيون ڪجن ڳالھڙيون کھڙا پڌجن ڳوڻ
قربياڻي ڪوڻ، سڪ سمھڻ نہ ڏئي.

## گذري وئي

ڪشمڪش ۾ زندگي گذري وئي
سڀ حقيقت تي اچي اُجري وئي

تي جواني ختم وئي اهڙي طرح
جڻ هٿن مئون ڪا پري اڏري وئي

تي سگھيو پنهنجو يي پنهنجو ڪين
ڪاش پنهنجي اهڙي ڪا آتري وئي

تيو سڪن جو ڪين ڪي حاصل مزو
تي ڏکن ۾ نيت دل ڏبري وئي

زال دنيا ڪئي نہ مردن سان وفا
رهتلو يي رن گھر کي ڏئي ڳھري وئي

بات بلبل جي نہ طوطي جي تنوار
باغ مان ڪوئل وئي قمري وئي
داد محفل ۾ نہ محفل جو مايو
پروسي جهڙي سنگت مڪري ڙئي
بعد صدمي جي بہ "دادن" بعد ۾
ساڳي حالت ڪين ڪي سڌري وئي.

## آزار پيو آ

مونکي جنهن آ ماريو سو منثار پيو آ
سچ سر جو وارث ۽ سادار پيو آ
ڪئين ساه منهن جي جو سينگار پيو آ
جو دل ۾ ڙهي تو سو دلدار پيو آ
ڪڏڪيمن جي هرگز هتائڻ جو ناهي
قسم آ خدا جو هي آزار پيو آ
پيا پيي هزارين ڏنم حسن وارا
مگر هن جو چالو ۽ چمڪار پيو آ
محبت جي سڌ ناه سيکنهن کي "دادن"
محبت جو وهنوار ويچار پيو آ.

### بيت

رئان رڙان ريهون ڪريان، ڪريان گهوڙا گهل
پرور مونکي پل مان اٿ پلي آهيان

## فرد

ميار کهڙي آ اغيار تي ادا ”دادن“
جي حق ڇئبو ته خود پنهنجو پيي رسي پوندو

## مسافر هليو وڃ

مسافر ادا جند ڇڏايون هليو وڃ
مزي سان ناتو نبايون هليو وڃ

سخن صاف سهڻو پڙهايون هليو وڃ
پهاڙن کي پاڻي بڻايون هليو وڃ

محبت جا دونها دکايون هليو وڃ
تون کس کڏي رس اکي رهايون هليو وڃ
نه ناراض کر دوستن کي اي ”دادن“
تون هاڻو ۾ هائو ملايون هليو وڃ.

## فرد

ڪنهن سان کلجي ڪنهن سان ملجي ڪنهن سان سلجي سور
هر کو آهي پنهنجن پنهنجن پورن ۾ پرپور

## فرد

دل تي چوي ته عشق بتان کر يلي اجان
پر سا گئي وقت پنهنجي غيرت نتي چوي

## فرد

نہ نک آهي نہ چپ آهي نہ لچ آهي نہ شرم آهي
سهڻ جو آه مادو پاڻ ۾ سڀ ڪجھ سهي وڃبو

## ڪلام ٿئين ڪير ڪري

جيئن تون ٿو ڪرين تيئن ڪير ڪري
جيئن مان ٿو مران تيئن ڪير مري

ٿو اهنج ڏئين آزار وري
ٿو صدما ڏين صد بار وري
تب تنهنجي سڏڻ تي يار وري
جيئن مان ٿو وران تيئن ڪير وري

بس کهڙو بہ آهيان ميرو مندو
تڏهن بہ اوهانجو آهيان بندو
ٿي پارڻ برهہ جي باهہ سندو
جيئن مان ٿو ٻران تيئن ڪير ٻري

هل حسن سندا هبڪار ڏسي
رفتار ڏسي گفتار ڏسي
سڀ سهڻا سندء سينگار ڏسي
جيئن مان ٿو ٺران تيئن ڪير ٺري

پيچ ياري نہ مونکان يـــار مٺا
مـل "دادن" سان دلـــدار مٺا
هيئن ڳنڍتيـن ۾ غمخـــوار مٺـــا
جيئن مان ٿو ڳران تيئن ڪير ڳري

## محلات پئي آ

ٺٺي عشق جي سـر تي آفات پئي آ
جلي جوش ۾ پنهنجي جسمات پئي آ
نڪي آه فرحت نہ ڪي آه فرصت
لڳي ساه سان چڻ تہ سڪرات پئي آ
تڪيان وينو تارا ڳڻان وينو هر هر
اچي، او ڇتي من اچا رات پئي آ
هو ويهي فقط هن جي ويهڻ جي دير آ
ٺهي يـار جي دل ۾ محلات پئي آ
ڪجي ڇا حجابن جي مارئي کان "دادن"
ملاقـات جي ونٺي خيـرات پئي آ

### بيت

ور وڃايئہ ويسلي ڇاٽي سڃاٽي
پرت نہ رير سين پانهنجي پاڙيئہ پراٽي
گهوري آچل گهوٽ تئون آکه اباٽي
اها اگهاٽي، جنهن ستيو سانگو ساه جو

# بهاري ٿي پئي آ

هي دل پنهن جي ڏاڍي ڏکاري ٿي پئي آ
ڏکئي يار سان پنهنجي يـاري ٿي پئي آ

طبيعت زماني کان عـاري ٿي پئي آ
بـدن ساري ۾ بيقراري ٿسي پئي آ

رنـــل مـنهنجـــو مونسان ڏسي يـار پيارو
رقيبن جـــي دل ۾ بهاري ٿـــي پئي آ •

اڃان ڪجهه نه حاصل ٿيو آ اي دادن
اجايو اسان جي خواري ٿي پئي آ •

## بيت

رئـان رڙان ريهون ڪريان، ڪريان گهوڙا گهل
مونکي ماڻ م ڄهل، آئون هينئر ئي ويندس هوت ڏي

## بيت

ڏاڍا ٿين ڏينهڙا تـوڙي ڪوسو لڳي واءُ
جيجل منهنجي ماءُ آئون نه رهندي ان ريءُ

## بيت

رهجي ويون راتڙيون ڏينهن م ڏوريم ڪو
مرتيون وقت سڄو چرخو مون نا چوريو•

# تڪرار وانگي

ڏسان تو مان توڏي پرين پيار وانگي
ڏسين تون ٿو مون ڏي ڇو تڪرار وانگي

سنڌء حڪم جو بنده حاضر مان آهيان
اگيان بيٺو آهيان گنهگار وانگي

هئين چالاڪ ڪيئن دل ڦرڻ مهل سهٺا
هيئنر ڪيئن پيو ڏسجين نندي پار وانگي

پيارا سچڻ تنهنجي چشمن جون پنبڙيون
لنگهي هيانءَ ۾ پيون تکي آر وانگي

جي گوڙهن جي تارن ۾ موتي وهي پيا
نهي پيا سي سيني تي سپ هار وانگي

خدا جي آ قدرت جو ڪائيندي پيئندي
پيا پاسي پر آهيون بيمار وانگي

الم درد فرقت جي داغن ڪان سارو
ٿيو سينو "دادن" جو گلزار وانگي

**بيت**

چرخو مون نا چوريو پهي پچم ڪانه
اڄ انهي ارمان، مونکي وڌو مامري

## اک جي پکائي

پلائي جي بدلي برائي وڌي وئي
حياويو ڇڏي بي حيائي وڌي وئي

سچي سيٺ سکٺي اجائي وڌي وئي
ويو نياز نوڙت وڏائي وڌي وئي

نٿو پاڻ ۾ کو ڏسي پاپ پنهنجا
پچر جاتي کاتي پرائي وڌي وئي.

وفادار دنيا ۾ کو آهي ورلي
وفا وئي ڇڏي بيوفائي وڌي وئي.

شريفن جو کنهن وٽ پيي کو قدر کونهي
رذيلن جي آهي رسائي وڌي وئي.

منافق جو اڄ قدردان آه هرکو
خدايا هي کهڙي خدائي وڌي وئي

ڏسڻ ساڻ ٿيي کونه باسي ٿو "دادن"
آ اهڙي کا اک جي پکائي وڌي وئي

### بيت

جلوه ۾ جمال جي آهي خود خفي
ناهي ناٿ نفي، واصل آه وجود ۾.

## سونگار ناهي

دغا باز دلدار دلدار ناهي
نہ غم ڪائي غمخوار غمخوار ناهي

جنهن گلزار جو آه غدار مالهي
اهو سمجهو گلزار گلزار ناهي

سخي دوست رب جو بخيل آه دشمن
سخا ريءِ زردار زردار ناهي

توڪل آ الله پنهنجي تي جنهن جي
سو دنيا ۾ نادار نادار ناهي

علي جو سڏائي ڪري ڪم يزيدي
علي جو سو حبدار حبدار ناهي

ٿئي اڻ سڏيو ڪنهن بہ محفل ۾ شامل
سو ڪيڏو بہ فنڪار فنڪار ناهي

پيا پڻ ڪجل سرما سينڌيون ۽ سرخيون
سچ ڏارن سينگار سينگار ناهي

محبت ۾ ٿيندو آ سيڪجهہ اي "دادن"
محبت ۾ تڪرار تڪرار ناهي

## هار سينگار ۾

آ پنهنجي وٺي جان آزار ۾
لڳي ڏک ويو آه ڪاپار ۾

آهي ڏينهن ۽ راتيون ڪاڏي ويا
مــزو ڪيڏو هو پهرئين پيار ۾

ملڻ جي ملي ڪين فرصت ننڍي
سڄڻ پورو آ هـار سينگـار ۾

نہ گهر جي خبر آ نہ سر جـي خبر
مٺا يار جي پيا آهيون ديـــدار ۾

مان پرهيزگــار آدمي "دادنا"
ڇو ڦاسي پيس حسن جي جار ۾.

## نظم رڳو وڻو آهيان

زماني سڄي ڪئون رڳو وڻو آهيان
محبت ڪرڻ مئون ملو وڻو آهيان

پلنگ بسترا ڪونہ آڇي ڪو مونکي
جتي وڻو آهيان سڄو وڻـو آهيان.

ڪريان ڳالهہ ڪهڙي سليان سور ڪنهن سان
هتان دوستن جـي ڪٺو وڻـو آهيـان.

## ساه سڙي پوي

ملي دلربا ساهہ سـڙيءَ پـوي
سڙيل پيءَ سلو سڪ جو آسري پوي

آ قسمت جي قلزم ۾ منهنجو جهاز
رکي رب جبل سان نہ ٽڪري پوي

ڪُلي منهن جي ٿئي رشڪ جنت اگر
ڪُلي منهنجي ڪان يار ڪُنري پوي

پناه ڏئي خــدا ۽ خـدا پيو ڏکي
متو ماڻهو ڦل ڪين مڪري پــوي؟

خـدا جو اگر لطف آهي تہ پوءِ
پرنـدن سان بي پر تو اڏي پوي

غضب آ ملي مردي کي تو ثواب
اگر ڪر، ملا ۾ بصري پــوي؟

سيکاري ٿي ناني کي ڏوهٽي سبق
ڏسو ڪيئن ٿي مهري ۾ آڪري پوي

وهائي کــي ياڪر خيالن ۾ يــار
چوان بيو متان سج ايــري پوي

هي اهڙو سمو آهي جو شير سان
اي دادن گدڙ پيي تو آلري پوي

## آهي يا ڪونهي

سچو دوست دلبر ڪو آهي يا ڪونهي
وفادار بي سَر ڪو آهي يا ڪونهي

حسينن جـــسي، آهي کيو حسن حاڻ
بچڻ جو ڪٿي گهر ڪو آهي يا ڪونهي

سيهه مار زلفن جو آهيان ڏنگيل مان
کنهن جوڳي کي منتر ڪو آهي يا ڪونهي

ڪهين چو ٿو ڪاتي مڏي سان اي قاتل
تکو تيـز خنجـر ڪو آهي يـا ڪونهي

ڪري زنده مرده کي اهڙو اي "دادن"
مسيحا جو همسر ڪو آهي يا ڪونهي.

## بيت

جيئڻ اهڙي جيڏيون مئي چو نه مـران
ڳڻتين منجهه ڳران، پسان ڪين پرين

## بيت

ڪڻون لهين ڪين ڪي گهرين پئي گهڻو
ڇني تنهنجـي ڇڪ ۾ گهگهـرو گنـد هڻو
ڇرين ڪين ڇڻو، تي هٿين هـام هلڻ جـي

## نظم- ڪجي سو ڪجي چا

ڦري ويو زمانـو ڪجي سو ڪجي چا
آ الٽو فسانـو ڪجي سـو ڪجي چا

نکا سوچ آهي نکا سمجھ آهي
ٿيو پاڳل يگانو ڪجي سو ڪجي ڇا

ڪڏهن ڏني ڪراڙو جواني جي دعوىٰ
هي بيزار ای جوانو ڪجي سو ڪجي ڇا

ڪڏي مرد ٿي ني چڙهي گهر منجهائون
ڇا زور آ زنانو ڪجي سو ڪجي ڇا

مٺي مائٽن مئون محبت جو اڻ ڪٽ
ڪٽي ويو خزانو ڪجي سو ڪجي ڇا

اٽيئي ۽ الفت آٽيئي آ ڪلفت
ڏسيو رازدانو ڪجي سو ڪجي ڇا

ملڻ واري اصلي نه آهي سجڻ ڪي
رڳو آ بهانو ڪجي سو ڪجي ڇا

ويل ڪين دل موتي دلبر جي طرفان
نه موتيو بيانو ڪجي جو ڪجي ڇا

قربين مان "دادن" سزو موڪلائي
رڙهي ٿيو روانو ڪجي سو ڪجي ڇا

## مڪ پوڙ ۾

ڦهريان نباهي سيڪو نباهي ڪو توڙ ۾
منزل جي حد نه آهي ڪوني جي بوڙ ۾

آهيان سڪي ٽيو سوڙهو مان سورن جي سوڙهه ۾
ديدار کان سواء نه ٻي شيء آ لوڙ ۾
تنهن کي ڪٻو ڇا جيڪو جڙي ڪين جوڙ ۾
ڪاڏهن ڪٻي نه دوستو ڏسي مکڻ ٻوڙ ۾
جنهن دڙستي ۾ دوستي جو لطف ڪين آ
تنهن دوستي کان ڪاڻجي بس ڦاهو نوڙ ۾
آهيون اسان به ڪين ڪي واندا اي "دادنا"
پنهنجو به ياگو آهي گهڻن ساڻ گوڙ ۾.

## ڏوهيڙو — حرفي خيال دادن

اڄ يار پيار هزار ڏني، نادار تيار بهار ٿيا
ليل نهار سوار فگار تي ٻار برهه هر بار ٿيا
"دادن" ڏار نه ڏار ڏني پهه آڏار تيڏا سردار ٿيا

## ويسر نه ڪندو ڪر

بيدادگي بي جرم اي دلبر نه ڪندو ڪر
مون زار طلب گار کي مضطر نه ڪندو ڪر
کهڻون جي ائي ڪهه تون پلي شوق سان مونکي
خنجر کسي ڪٽي هٿ ۾ وري دير نه ڪندو ڪر
بي درد آن جو عشق جو صدمو نه ڏنو ٿئي
هيئن واعدو ڪري پوء وري ويسر نه ڪندو ڪر

لمحہ ڪرڻ ڪهرجي غريمن تي نظر پي
مٺ پينو ڪي عاشق سان ٿورڪر نہ ڪندو ڪر.
دادن جو سٺي عرض ڪيو غرض ڪڏهن ٻي
هڪ رات ملاقات ڪان نهڪر نہ ڪندو ڪر.

## ڏوهڙو

محبت ۾ ضرور اي دوستو غم ڪاٽو پوندو
نہ قرباني ڪبي پهرجان تہ پوءِ پڇتائڻو پوندو.
محبت ۾ اگر عاشق سچو سڏرائڻو پوندو
نہ ڪنڌ ڪيرائڻو پوندو نہ رخ بدلائڻو پوندو
محبت ۾ رٺي محبوب کي پرچائڻو پوندو
هو ڪالهائي نہ ڪالهائي تہ ٻي ڪالهائڻو پوندو

## پيارو تون آن

مون کي سر ساه ڪان اي يار پيارو تون آن
ياد مون کي سدا سانوڻ ۾ سيارو تون آن
١- جهڙا تهڙا مان ڏکيا ڏينهن گذاري ويندس
تو جا ڪئي آسا توکي ياد ڏياري ويندس
ڪو مري پل مري ڪيڏو نہ وسارو تون آن
٢- جيڏري ٿي يار سچو آه تو ماريو مونکي
مان تہ توکي نہ وساريو تو وساريو مونکي

منهن جي ڪشتي لئي ُپرينءَ پر جو ڪنارو تون آن

٣- تنهنجو مشتاق ازل کان اي سجڻ مان آهيان
قياس ڪر ڪو اي خدرا بي خطا مان آهيان
ڪيرآ منهن جو مون "دادن" جو سهارو تون آن

بيت

ڪهڙو ڪنڌ ڪڍان اکيان عجيـن جـي
ڇڏي آهيان جيڏيون ور کي شال وڍان
ڪنهن ڪماڻي ڪين ڪنگري منجهه ڪڻانءِ
هڻي تي هٿ هڻان، هاڻي پنهنجي حال تي

ڏسي ڏسي

گذري وئي رات ســاري ستارا ڏسي ڏسي
پٿجي ويـا نيـڻ نـنـڊ سهارا ڏسـي ڏسي
ڪر وقت تي نه آئيو ڪوئي پي پاڻ کي
ڪيئي ڇـڏيا سيـڻ دوسـت پيارا ڏسي ڏسي
پهچي ويـا ڪي منـــزل مقصود تي سفيـــر
موٽـي پيـا ڪي پنـڌ پسارا ڏسي ڏسـي
آڙهي سوا ڪي پـــار وڃي پهتا هم جليس
ڪي سير ۾ ٻـڏي ويـا ڪنارا ڏسي ڏسي
پورا ڏسڻ سان ڪين ٿيا قدرت جا "دادنا"
تڪجي پيا سين نيـــت نظارا ڏسي ڏســي

### بيت

رُنندي رڙندي سرتيون ڏاڍا ڏينهن ٿيام
آئندي ويهندي گهمندي سمهندي پرين ياد پيام
جهڙي تهڙي حال ۾ وسري ڪين ويام
جيڪي قول ڪيام، سي شل پورا ٿين پرين سين

### بيت

ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾ ڏکندي گذري ڏينهن
تيئن تيئن وسن اکڙيون جيئن جيئن وسي مينهن
لاتو ننڊر نينهن سرتيون سامونڊين سين

### بيت

جيئڻ ٿئي جنجال مرڻ ٿئي مشاهدو
پاڻ وڃائي پانهنجو ويجهو ڪر وصال
هيءُ وڃائي حال حاصل ڪر هن حال کي

## غزل- راڳ پيم پلاسي

تنهن جي در تي بنان ناڻي يار وڪاڻو آهيان مان
ڏار توکان منهنجا وارث ڏاڍو ويڳاڻو آهيان مان

١- آهيان مان تو سان سچو ملڪ عدم جو ساٿي
سوچ ڪر اي دوست تنهنجو دوست پراڻو آهيان مان

٢- ناهيان عاشق مانِ نہ ڪي آهيان رقيب اي سهڻا
تنهنجو خادم تنهنجو نوڪر نيچ نماڻو آهيان مان
٣- آه مارائي وڏو پنهنجي سادگي "دادن"
عشق ۾ آهيان اياڻو هونءَ نہ سياڻو آهيان مان

بيت

جيڻ تنهن جو ڪهه پيو جنهن مٿون راهَ رٿو
مٿي پاڻ مٿوءِ، ور وڃايئي ويسلي.

بيت

حاصل ڪر هن حال کي فنا تي في الحال
وڃهو آهي وصال ويڇهو ناهي وار جو.

بيت

ڏاڍا تپن ڏينهڙا ڪو سو لڳي واءُ
جيجل منهن جي ماءُ، آءُ نہ رهندي ان ريءَ

## هي کهڙي ادائي آ

اي منهنجا سڄڻ سائين هيءَ کهڙي ادائي آ
غيرن سان ملاقاتيون مونساڻ جدائي آ

تنهنجي ياد ستائي تي ريءَ آگ جلائي تي
سڏ ياد اوهان جي ۾ پنهنجي نہ پرائي آ

مر سوليء تي ڏربو اچي تنهنجي اڳيان مربو
پنتي جي قدم ڏربو هيء ڪيڏي ڪسائي آ
نه ڪي قلب کي آ فرحت نه ڪي روح کي آ راحت
بي لطف سڄي مون لئه هي ساري خدائي آ
تنهنجون ڳالهيون عجب آهن تنهنجا ناز غضب آهن
مرڻي جـــا سبب آهن تـو جهڙي پـڏائي آ
دل جسم کان دور آهي وس پنهنجي نه مور آهي
ڪنهن جو نه قصور آهي مون پاڻ ڦرائي آ
اغيار سان چڏ رغبت، رک دادن سان الفت
ڪيِ سيني منجهان ڪلفت منهن موڙ اجائي آ.

**بهت**

بے گنی بهت مانـــیں گنی مانـــے ایـــک
کهو دادن گر گن جسکو وہی جگت میں نیک

## گهر جي سامهون

دم ڏئي مران خدا ڪري دلبر جي سامهون
ٺئي قبر منهنجي شال سندس گهر جي سامهون
ڪنڌ ڪين ڪي ڪدائبو خنجر جي سامهون
پڪري جان بينو آهيان ستمگر جي سامهون
جلـوه ڏيکاري پـوء وڃين بستـر نشيـن ٿيو
منهن جون اکيون اڳي ويون سندس در جي سامهون

ثاني خيال منهنجي ۾ ڪونهي ڪو يار جو
چا آفتاب پيو رخ انور جي سامهون •

هٽ ڪر دماغ پنهنجي کي ڪر صبر "دادنا"
سر ڦاٽي پوندو هٿبو جي پٿر جي سامهون

## شعر

تنهن جي نظر جو منهن جي نظر تي اثر پيو
دل تي اثر پيو ۽ جگر تي اثر پيو

١- تبو پرده پوش ڪاري ڪڪر ۾ حجاب ڪان
رخ تنهنجي کي ڏسڻ سان قمر تي اثر پيو

٢- آئي خزان چمن ۾ ڪئي الوداع بهار
گل تي اثر پيو ۽ ثمر تي اثر پيو

٣- اهڙو اثر پيو آ مون "دادن" غريب تي
بجلي جو چڙه ڪنهن جي آ گهر تي اثر پيو

## غزل- انتظار ڪونهي

دلبر تي ڌار ويو آ دل کي قرار ڪونهي
گهڻيون هزار آهن ليکو شمار ڪونهي

١- سيخو ڪباب آهي چنگ و رباب آهي
بيو سڀ ڪي آهي ليڪن موجود يار ڪونهي

٢- سڪئو سلام پيي اڄ مون ڏانهن ڪو اچي ٿو
شايد سڄڻ ڪي مون لئہ پهريون پيار ڪونهي
٣- ڪاٽي ڪنداسين پوريون گهڙيون جدائي واريون
سر جي بلا آ سر سان پيو ڪنهن تي بار ڪونهي
٤- زر مال جي ضرورت آ پاڻ ڪي نہ "دادن"
گهرجي وصال جانا پيءِ انتظار ڪونهي.

## عاشق ۽ معشوق جا سوال جواب

چيم صنم ڪي ڪو داد ڪر عرض سڻ هي دل اضطراب آهي
چيائين هرگز نٿو پڌان ماڻ رڪارڊ تنهنجو خراب آهي
چيم اي جانا اهي زمانا تون ياد ڪر جي نہ ڏار هئاسين
چيائين چڏ چڏ ڪرين ٿو چرچا لڌو تو شايد خواب آهي
چيم تہ ڪنهن جي بہ دل دکائڻ آ خاص خانهٔ خدا سان جهگڙو
چيائين جيڪي چيئي اسان وٽ اهو وڏو هڪ ثواب آهي
چيم تہ محفل ۾ غير ڇجي ڇا اوهان جي لئہ آ حضور حاضر
چيائين دل آ ڪباب تنهنجي ۽ خون تنهنجو شراب آهي
چيم اوهانجو غلام "دادن" فقير آهيان ۽ دل جو ماريو
چيائين تو سان فقير صاحب اسان ڪيو انقلاب آهي.

## غزل- خاموش بہ آ

اڄ تہ محفل ۾ صنم شوخ آ پرجوش بہ آ
غير جي دوش سان گڏ دوش ۽ آغوش بہ آ

هڪ ته ڏاڍو ٿو ڏڇان هن جي سرخ چشمن کان
پيو تــه مجلس ۾ رقيبن سان هم گــوش به آ
شرف هن شب کي ڏيان چو نه خبـرات سنڌو
ساقي ساغـر به آ ۽ مئي پيي آ مئي نوش به آ
ٿو ڏسان هر ڪوئي مئي نوش ته مئي نوشي ۾
دست پيمانه ۽ خنـــدان بــه آ خامـــوش بــه آ
وٺ تون بوسه جو مزو ڪيف ۾ "دادن" بيشڪ
پوء پيي چوندا ته هي مستان به آ مدهوش به آ.

## وفادار سمجهي

رکي ياري مون يار سان يــار سمجهي
مگر هن چڏيـو مونکي بيڪار سمجهي
١- محبت جي موتي جو ڪو قدر ڪونهي
وڃان ڪنهن ڏي ڪنهن کي خريدار سمجهي
٢- آهو ئي ٿو دل کي ڏئي ســور صدمان
ڏني دل مون جنهن کي آ دلدار سمجهي
٣- خبر هئي نــه اهڙي ته ڪو ڪاڇي پڻبو
ڪيو پيار مون مار کي هـــار سمجهي
٤- اٿم پڪ ادب سان وڃي پيش پوندس.
نه مارينـــدو سهڻـو گنهگـار سمجهي

هيو هو نہ ڪو چور دلين جو "دادن"
وفا ڪئي مون تنهن سان وفادار سمجهي

## غزل- ڪسي نٿو سگهي

آهي جو ليڪ ۾ اهو هرگز گسي، نٿو سگهي
قادر سوا ڪنهن جي هٿان ڪو ٻي ڪسي نٿو سگهي

١- جيڪي ڪري خدا ڪري بندو ويچارو ڇا ڪري
حڪم بنان الله جي ڪنپ ٻي ڪسي نٿو سگهي

٢- آتش اندر جي ذاريان دريا هنجن جو هاربان
چولو چوانڪن سان اڃان پورو پسي نٿو سگهي

٣- الفت جو ٿيو ڪمال آ قلفت جو ٿيو زوال آ
"دادن" ڪان ڪنهن به حال ۾ دلبر رسي نٿو سگهي

## غزل- خدا ڄاڻي

دوا جو فائدو هڪ درد ڄاڻي ٻي دوا ڄاڻي
ٻيو ڄاڻي جو مريض آهي ۽ دست شفا ڄاڻي
نہ ڪر ناصح نصيحت عشق بازي ڪرڻ ڪان مونکي
مرڻ جو خوف ڪونهي ھائي مان ڄاڏان قضا ڄاڻي
انهي سان ڪم ٻيو آهي جو هن منهنجي محبت جي
نہ ڪي ٿو ابتدا ڄاڻي نہ ڪي ٿو انتها ڄاڻي
پٽو پئي پاڻ کي ٿو ڪين ڪي دادن اڃان اهڙو
الائي ڇا هي قسمت ۾ خدا جو ڪجهه خدا ڄاڻي

## لئلان نالو هجي

وقت تنهائي هجي محبوب متوالو هجي
خير سپ کنهن ڏي هجي الله جو نالو هجي

چئجي وڏ گهٽ ڪين ڪنهن کي گر ڪو بدچالو هجي
پنهنجي پر ۾ خوش پلي چهڙو پنگي پالو هجي

وچجي تاتي جاتي پڌجي يار پو تورڙي کئي
ديرم مندر گرجا بت خانو شبوالو هجي

مئي هجي ساقي هجي لبريز پيالو هجي
عشق جو نشو هجي ۽ عقل کي تالو هجي

آهيون مجنون لئلان پئي "دادن" پنهي ۾ فرق هي
منهن جو مجنون هن جو لئلان بس نالو هجي

## انتظار آهي

ڪڏهن ايندين سڄڻ تنهنجي اچڻ جو انتظار آهي
ڏسڻ کي ڏينهن ٿيا ڏاڍا ڏسڻ جو انتظار آهي

١- هتان تنهنجي ڪهڻ وارا ڪسڻ جو انتظار آهي
اڏي تي تنهنجي اکيان سر رکڻ جو انتظار آهي

٢- نه تون آئين نه موت آيو نه تنهنجو نامو بر آيو
اکين کي اي پرين تنهنجي پسڻ جو انتظار آهي.

٣- جدائيءَ جو عذاب هڪڙو پيو ماڻهن جا ملن مهڻا
جيئڻ اهڙي ڪنئون دنيا مٿون هلڻ جو انتظار آهي
٤- پڌڻ وارو هجي پيو ڪونه ڪو دادن جي دردن کي
اڪيلائيءَ ۾ بس تو سان ملڻ جو انتظار آهي

## غزل- ڪو ڪيئن چوندو ڪو ڪيئن چوندو

مليو بدلو اوهان کان وفا جو جفا ڪو ڪيئن چوندو
ڪو ڪيئن چوندو
ڏسي اهڙي سچڻ تنهنجي ڪوڙي ادا ڪو ڪيئن چوندو
ڪو ڪيئن چوندو
ٿو پاڻهي ڪرين اقرار سچڻ ٿو پاڻهين ڪرين تڪرار سچڻ
تنهنجي هائو ۾ نهڪر آهي صفا ڪو ڪيئن چوندو
ڪو ڪيئن چوندو
تنهنجي مرضي سچڻ تون ڪيئن پيو ڪرين توکي ڪير
چوي تون جيئن پيو ڪرين
ڪر قياس ڪو دل جو اي دل جا خدا ڪو ڪيئن
چوندو ڪو ڪيئن چوندو
مون گهر ۾ ڏنو توکي سر ۾ ڏٺو هي دل ۾ ڏني
هي جگر ۾ ڏنو
تنهنجي نا هي خطا منهن جي آهي خطا ڪو ڪيئن
چوندو ڪو ڪيئن چوندو

ويندو "دادن" توسان نباهي مٺا تنهنجا ٿورا سگهي ٿو
نہ لاهي مٺا
توتي ڪاٻي ميار نہ آهي مٺا ڪو ڪيئن چوندو ڪو
ڪيئن چوندو

## رئڻ وارو

ٻڌايان دل جو غم ڪنهنکي ٻڌڻ وارو نہ آهي ڪو
ڪلڻ وارا گهڻا آهن رئڻ وارو نہ آهي ڪو
١- جلائي جي غريبن جو چڙي ڪو گهر تہ چا ٿي پيو
تو جنهن کي جيئن وٺي ڪنهن کي چوڻ وارو نہ
آهي ڪو
٢- ڪجي ٿي دانهن جڏهين داد ڏهين تو ٿئي مشڪل
مريضِ عشق کان پاڻهي پڇڻ وارو نہ آهي ڪو.
٣- هزارين ٿا ملن درزي لباسن جي سبڻ وارا
و ليڪن چاڪ سيني جا سبڻ وارو نہ آهي ڪو
ڪٿو هڪڙي سان هوندو ڪو نہ ڪو دنيا ۾ اي دادن
مسافر هر ڪو هت آهي رهڻ وارو نہ آهي ڪو

## وٺي آ دلڙي ڦاسي

دلدار ڏيو دلداري چڏ ريت وسارڻ واري
ماڻن تنهجن ماري چڏيو آ ڳڻتين تنهنجي ڳاري چڏيو آ
منهنجي توبهہ توبهہ زاري چڏ ريت وسارڻ واري

موت نه ڪنهن کي مور ڇڏيندو هر ڪوئي پر لوڪ لڏيندو
ونگ رئيس هجي تونزي هاري ڇڏ ريت وسارڻ واري
سهڻا توکي ساه تو ساري صدقي سر جي ويهه نه وساري
وجهه گهوٽ نه ايذي گهاري ڇڏ ريت وسارڻ واري
"دادن" تو لئه آهي اداسي بيوس وئي آ دلڙي قاسي
ڪر ڏار نه دلبر ڌاري ڇڏ ريت وسارڻ واري

## انتظار پورو ٿيو

نه آيو يار نڪي انتظار پورو ٿيو
هيو جنهن وار تي اچڻو سو وار پورو ٿيو
ڏسان تو روز مان دل جي جهان ۾ هن کي
اٿين ڪرڻ سان ئي دل جو قرار پورو ٿيو
وٺي چٽيندو تو چشمن جي ڪان سان ڪيئي
اهان شڪاري جو مه آهي شڪار پورو ٿيو
رهڻ جڳائي نه گلشن ۾ توکي اي بلبل
خزان اچي وئي آهي بهار پورو ٿيو
ٿي عمر پوري وئي آدمي جي اي "دادن"
ڪنهن جو ڪين مگر ڪاروبار پورو ٿيو

## تنهنجي حسن جو طالب ڪير نه آ

تنهنجي عشق جو ڏاڍو يار ڏکيو آزار ٻيي آ تقرار ٻيي آ
تنهنجو جور و جفا ابي اهل جفا يڪ بار ٻيي آ صد بار ٻيي آ

ڏون پاڻ ڏنگو تنهنجو پيار ڏنگو تنهنجو آر ڏنگو آچلر ڏنگو
تنهنجا ابرو ڏنگا هر وار ڏنگو جڻ تيغ يي آ تلوار يي آ
ٿو ونگ وجهڻ جا ڍنگ ڍنگي هٿي ماندن کي ٿوڏنگ ڏنگي
تنهنجي زلف جو ڪارو مار سيهه خونخواريي آ خمدار يي آ
ڏون ماربن ٿو ۽ جيارين ٿو پرُ مئي جا جام پيارين ٿو
تنهنجي مئخاني جو مئي ڪش ٿيو هوشيار يي آ
سرشار يي آ.
تنهنجو هلڻ ڏسي حيران ٿيس تنهنجو گفتو ٻڌي
گريان ٿيس
تنهنجي اهڙي سجڻ ڪا جادو ڀري رفتار يي آ
گفتار يي آ.
اي منهنجا يگانا يار سجڻ تنهنجو منهن جي مٿان
بس راضي رهڻ
درمان يي آ ديدار يي منهنجو هار يي آ سينگار يي آ
هن ڳالهه ۾ ڪو قند قير نه آ تنهنجي حسن جو
طالب ڪير نه آ
سردار يي آ زردار يي آ نادار يي آ نر نار يي آ
تنهن جي در جو اي دلدار سجڻ تنهنجي پيرن جي
اي يار سجڻ
هٿي "دادن" دل افگار سجڻ بيمار يي آ بيزار يي آ

## شاهد خدا ڏيندو رهين

ٽلهه: بدلي الفت جي سڄڻ رنج و بلا ڏيندو رهين
مان دعا ڏيندو رهيس تون بد دعا ڏيندو رهين

١- سوز فرقت ياس حسرت درد هجرت بار بار
مون جهلي جهولي تون جيڪي دلربا ڏيندو رهين

٢- غير جي محفل ۾ آهين غير سان تون هم نشين
مون کي بي مقصد اجايا آسرا ڏيندو رهين

٣- مون نہ تنهنجي حڪم جي ڪئي پيروي پوري طرح
بيوفا تون پاڻ ٿئين مون تي گلا ڏيندو رهين

٤- ڪوڙ تنهنجي تي ڪريان پٽ ڪيئن نہ جو هر ڳالهہ ۾
هڪ ته تون سهڻو پيو وري شاهد خدا ڏيندو رهين

٥- زور اکيان آهي زاري ڇا ڪري "دادن" غريب
بي سبب صد بار صدمن جي سزا ڏيندو رهين

## هيئن نہ جڳائي

هيئن نہ جڳائي توکي يار سڄڻ سائين هيئن نہ جڳائي
گهوربو وڇوڙو محب تو ماري وڃ تون منيءَ کي
منهڙو ڏيکاري.
دوست مٺا دلدار سڄڻ سائين هيئن نہ جڳائي.
منڙو ماندو آهي ملڻ لئي تون جي اچين تان تنهنجي
اچڻ لئي
واٽين وڇايان وار سڄڻ سائين هيئن نہ جڳائي.

مل تہ ڪسون ڪي قلب جون لاهيون روز ازل
ڪان واقف آهيون
ناهيون ڏريائين ڏار سڄڻ سائين هيئن نہ جڳائي
ائين ڪرڻ توکي يار نهي تو "دادن" ايذا ڪين
سهي تو
باري برهہ جا بار سڄڻ سائين هيئن نہ جڳائي

## ڪلام ڪلاونتي- سدورو وار

آيو ڏولڻ يار تيڙو قلب قرار
اجرو اڱڻ ٿيو صحن ڪٿوري دل تي باغ بهار
ڪبئي پلايون پانيان پلي جون ليکو ناهي شمار
ساهہ ۾ سهڻي يار سڄڻ کي پاپان پو ئي هار
ملي مبارڪ محب ملڻ جي واه سدور وار
"دادن" سان ٿيو سب سٺائو دوست مليو دلدار

## ڪلام سر ملاونتي

ڪڏهن ايندين يار پيارا سهڻا سهڻي صورت وارا
تو لئہ آهي ساه اداسي بيوس وئي آ ڌلڙي ڦاسي
ڪر ڪو قياس خدارا.
رهڻ پري جو آهي قيامت ڪانہ ٿي گذري
سک جي ساعت
وٽن تا ڪين نظارا

هيئن نـــ جڳائي توکـي آخـــر آهي دنيا فاني
سورج چنڊ ستارا ٠
تنهنجي درشـن لاءِ دِرانا آهن عاشق يار يگانا
ڪيئي دادن پارا

## بسم الله

اسان جي دعوت اڄ جاني قبوليندين تـه بسم الله
غريباڻي مڇـي مانـي قبوليندي تـه بسم الله
نه ڪي زردو نه ڪي حلوو نه ڪي ڪئي چاشني مون وٽ
سرنهن جو ساڳ سبحاني قبوليندين تـه بسم الله
بچاءِ ٻار گهر تو تئون ڪندس قربان ٻيو ان سان
آ ســر ۽ ساهه قرباني قبوليندين ته بسم الله
اسان وٽ نه ڪين ڪي اسباب آهي عيش و عشرت جو
خــدا وارن جـــي ياراني قبوليندين تـــه بسم الله
لبِ احمر شراب آهي جگــر ۽ دل ڪباب آهي
اها ئــي منهنجي مهماني قبوليندين تـه بسم الله
سگر بوندي لــڏون پيڙا مٺائي ۽ نه مائو آ
چئو يت دال دوفانـي قبوليندي تـــه بسم الله
نه آهي ڪو بہ دنوي مشغلو "دادن" جي محفل
رياضـــت رازا روحانـي قبوليندين تـه بسم الله

## ڪافي- سر پيروي

آهيان عيبن هاڻي- من ڪا ٻاجهه پوئي ٻاجهارا
ڏڪندي گذريو ڏينهن ڏکن رئندي رات وهاڻي
من ڪا ٻاجهه پوئي ٻاجهارا
اصلي منهن جي آهي اوهان سان ڏاڍي پرت پراڻي
من ڪا ٻاجهه پوئي ٻاجهارا
ٻانهي گولي پورهيت بي زر- تو در دوست وڪاڻي
من ڪا ٻاجهه پوئي ٻاجهارا
روئي روئي روح جبل جان- پهڻ ڪنديس آءٌ پاڻي
من ڪا ٻاجهه پوئي ٻاجهارا
دادن جو دم دم تي ناهي- آه پساه پڇاڻي
من ڪا ٻاجهه پوئي ٻاجهارا

## ڪلام دادن

من پرچي جانب جيڏيون- ڪندو هوت نه مٺي سين هيڏيون

١- ڪين چڏيندو گولي گڏ يندو- اٿم اميدون ايڏيون

٢- رات سمڻ ۾ ڏينهن گهمڻ ۾- ڪيم ڪڏايون ڪيڏيون

٣- "دادن" ديد انهن کي ناهي- جي تي تيون پاڻ تيڏيون

## غزل- اردو خيال دادن

وہ زمانے اور تھے اور یہ زمانے اور ہیں
وہ فسانے اور تھے اور یہ فسانے اور ہیں

۱- حال دل کس سے کہیں دانش یگانو میں نہیں
وہ یگانے اور تھے اور یہ یگانے اور ہیں

۲- جانتا ہوں باقی جینے کی تمنا ہی نہیں
وہ بہانے اور تھے اور یہ بہانے اور ہیں

۳- مٹ نہ جائینگے ابھی پہلے نشانے یہ نہیں
وہ نشانے اور تھے اور یہ نشانے اور ہیں

۴- جن ترانوں نے کیا مردوں کو زندہ "دادنا"
وہ ترانے اور تھے اور یہ ترانے اور ہیں۔

## پڙهائي چڏياسون

پهنجا حال پاڻهي وڃائي چڏياسين
بڪيون جان جيرا جلائي چڏياسين

دلين جا لڪين ڏڪ پچائي چڏياسين
پرين سان پڪا پيچ پائي چڏياسين

اهي اڄ اسانجا مخالف تيا موتي
هتن سان جيڪي پڙهائي چڏياسين

نه جاچيو سون اڳ پو عبس دشمنن کي
ڳجها راز دل جا ٻڌائي چڏياسين

وڏي جن ۾ اميد هئي پنهنجي "دادن"
اهي يي سيئي آزمائي ڇڏيا ٿيون

## يار آ نڪتو

ڪري سينگار اڄ ٻاهر اسانجو يار آ نڪتو
پيارو ساه ڪان ڏاڍو مٺو مٺار آ نڪتو

١- هجوم- عاشقن اعلان ڪيو اڄ خير ڪونهي ڪو
ڪپي تلوار هٿ ۾ بي ڌڙڪ دلدار آ نڪتو

٢- ڏسڻ ۾ آئيو تي پاڪ رخ دلبر جو زلفن مان
ڪڪر ڪاري منجهان ڄڻ چنڊ چمڪي دار آ نڪتو

٣- ڏسان ٿو جنهن طرف تي تنهن طرف ڪان تي منتت دادن
سندس ديدار لئه گهر ڪان پيدو ۽ پار نڪتو

## غزل- اعتبار ٿئي

انسان کي ڪپي ته ڪنهين تي نه بار ٿئي
مثل- نسيم باغي جهان جو سيار ٿئي

١- مشڪل جي وقت سست نه ٿئي بردبار ٿئي
نقصان دوستي ۾ پلي صد هزار ٿئي

٢- ڪوڙي جي ڳالهه تي نه مونکي اعتبار ٿئي
اوڏانهن وڃبو جاڏي نتو خط ۽ تار ٿئي

٣- جنهن وقت وقتي غم ڪان تي دل بيقرار ٿئي
بس موت جو وڃي ٿو فقط انتظار ٿئي

١- تير نگــاه سيني کان پلي آر پـار ٿئـي
پيو رنج تي وچي نہ رڳو رنج يار ٿئي
٢- ڪلهہ جنهن جي سر تي سهرا ۽ پوشاڪ جسم تي
اڄ ان لئہ هــاء ڪفن تــو تيـار ٿئي.
٣- "دادن" تون رک پنهنجي طبيعت تي ضابطو
دل کي تون ڪر وڏو تہ دفع انتظار ٿئي

## ڳوڙها وهي پيا

اڄ ياد يار کي ڪري ڳوڙها وهي پيا
قسمت خراب منهنجي نہيل ڪم ڊهي پيا
١ افسوس منهنجو حـال بچيو ڪجهہ نہ دوستو
ارمـان نڪتا دل جــا نہ دل ۾ رهي پيا
٢ دلبر بہ منهنجو مونکان ويو ۽ دل بہ منهنجي وئي
ڏاڍو چڱـو ٿيو بـار گهڻو ٿئون لهي پيا
٣ ويٺي جـا جيڪي ڏڪ هنيا مونکي دلربـــا
ســي داغ داغ دل تـي ســورا نهي پيا
٤ منزل دراز عشق جي آهي اي "دادنا"
ڪي پهتا تـوڙ تائين ڪي وچ تي رهي پيا

## غزل دادن

اڄ يار منهنجي جان جلائي هليو ويو
قاسائـي مونکي پاڻ ڇڏائي هليو ويو

سورن ۾ منهنجو ساه سڪائي هليو ويو
ماتم جو مون لئہ مينهن وسائي هليو ويو
منهنجو سمورو هوش ڀلائي هليو ويو
سياڻي مئون مونکي چريو بنائي هليو ويو
ابرن جي تيغ ساڻ هو گهائي هليو ويو
ڀيو موت مار چشم لڙائي هليو ويو
اڄ شمع منهنجي گهر جي وسائي هليو ويو
سيني ۾ آه آگ لڳائي هليو ويو
خدمت ڪرڻ جو موقع تائين نہ ترسيو
منهنجي مٿون رقيب ڪلائي هليو ويو
مدت کان بعد ”دادنا“ هو سنگدل وري
دل ۾ وسائي باه دکائي هليو ويو

## غزل - دادن

اڄ منهن جو مون کي يار ڏئي غم هليو ويو
دنيا بنائي مون لئہ جهنم هليو ويو
افسوس آ جو حال محرم هليو ويو
ڀهچائي منهن جي جان کي جوکم هليو ويو
دم هڪڙو ترسيو ڪين ڪي همدم هليو ويو
دل کي ڏئي هي داغ مقيم هليو ويو

مونکي ولي هي عالمر اسباب کين ٿو
ڇو جو هو مون کان زينت عالمر هليو ويو
حسرت پريو هي سوز سنو ”دادنا“ مگر
ڪنهنکي ٻڌايان حال جو همدم هليو ويو

## غزل

ڪنهنکي به بي قصور رنجائڻ حرام آ
دل ٻئي جي خوامخواه ستائڻ حرام آ
منجهه دوستيءَ جي راز ڇپائڻ حرام آ
هڪ جو ٻئي کي حال ٻڌائڻ حرام آ
ڪانهي ڪالوڙ ڪوڙ جي آ ڪوڙ نيٺ ڪوڙ
انسانيت ۾ ڪوڙ ڳالهائڻ حرام آ.
آهي ڪو جو ڇوڙي وڃي منهنجي لئي بار کي
گهر ڪنهن جو بي گناه جلائڻ حرام آ
ياد صنمر ۾ پاڻ کي هردم اي ”دادنا“
ٻالي پيئڻ حرام آ کائڻ حرام آ

## غزل

ايندڙ زماني جو تون ذرا انتظار ڪر
بي فائدو هوا ۾ حياتي نه غار ڪر
٢- اڄ منهنجي ڳالهه تي تون اهي اعتبار ڪر
هڪ رب تي ٿيو پاڻ تي پنهنجو مدار ڪر

٢- ٻئي جو شڪار ڇو تهن ٻئي کي شڪار ڪر
ٻالو سڄي جهان اندر آشڪار ڪر
٣- بي اعتبار تي نہ ڪڏهن اعتبار ڪر
جو اعتبار جهڙو هجي سو ٿي يار ڪر
٤- بيڪار تي نہ ڪار سان اٺ چار ڪر
ڪجهہ پروسو خدا تي رکي روزگار ڪر
٥- لوڪي ڏڪي ڪو ڪهولي وفادار يار ڪر
ڪهن نا نڪ جي ٻچي کي نہ پالي پيار ڪر.
٦- مرضي سواہ پنهنجي جي دنيا ۾ "دادنا"
ڪنهن جي مثاهون ڪين ڪران زوربار ڪر

## غزل دادن

محبوب منهنجي جا ڏسو ماٺا نوان نوان
ماري ڪري تہ سو پوہ پڇا ٺا نوان نوان
منهن جي سوال بعد ڏئي تہ سو جواب ۾
ورندہون نہ-ون نيون ۽ وراٺا نوان نوان
اڪ گذري اڪ سان اڄ ٻہ گهٽائي ڪري ڇڏيا
برباد عشق ڪيئي گهراٺا نوان نوان
تيندا وجن ٿا پيدا وري منهنجي موت ڪان
رخ يار جي تہ خال ۽ داٺا نوان نوان
پيو فائدو نہ دادنا بس رهند و يسي و ري
ٿي پيا جگر جا زخم پراٺا نوان نوان.

ڪنهن کي ٻڌايان حال مان دل جو ٿي "دادنا"
دل ۾ گهمن ٿا درد جا گهاٽا نوان نوان

## غزل دادن

اڄ وات ويندي دلربا ماري هليو ويو
ٻا سيرو ناز ساڻ نهاري هليو ويو
مشڪل سان منهنجي دل کي ڏتاري هليو ويو
هڪڙي نظر سان مون کي هو ڳاري هليو ويو
نئين ريت آگ کي وري ٻاري هليو ويو
ڇا عمر مون غريب جي ڪاڙي هليو ويو
سارو ئي هوش منهنجو اڏاري هليو ويو
بي اختيار مونکي رئاري هليو ويو
واپس نه آيو يار ڏئي خالي آسرو
رهتي ۾ مونکي آهي بيهاري هليو ويو
اي راز دان خدا جو قسم يار عشق جو
اوتپ وري اندر ۾ اتاري هليو ويو
بس هجر بعد خواب جيان يار "دادنا"
هلندي ئي پنهنجو پاڻ ڏيکاري هليو ويو

## غزل از "دادن" فقير

اڄ مونکي ياد پئي تو دلبر وري وري
برپا ٿئي تو منهنجي ڪان حشر وري وري

هائو ڪري ٿو پوءِ ڪري نهڪر وري وري
ناهيون ٿا مس ٻڌي ٿو پوي ڳهر وري وري
خلقت نہ سمجهو توڙي ڪي خلقت ڏي موڪاءِ
هڪ هڪ ڪري خداه پيغمبر وري وري
بي شڪر آهيون ڏسو نڏهين يي ٿو ڪري
لک مهربانيون خالق و اڪبر وري وري
سمجهي نہ يار "دادنا" ٿو باقي يار کي
کهڙو ٻڌايان ڪولي مان دفتر وري وري

## غزل

دانهون ڪجن چو هٿ ڪجي دل ۽ دماغ کي
رکجي اندر ۾ مخفي محبت جي داغ کي

موسم بهار جي آ خزان منهنجي واسطي
دلدار کان سواءِ ڏيان آگ باغ کي

هن چوٽ بعد ڏاڍو حسينن کان ٿو بچان
جيئن کو ڪمان سامهون ڏيکاري ذاغ کي

آهي نہ محتسب جو لحاظ ۽ نہ شيخ جو
لبريز ڪر اي ساقي تون مئي جي اياغ کي

جيڻري ته مليو ڪين کي دلدار "دادنا"
من قبر تي ڪري اچي روشن چراغ کي

## غزل دادن فقير

راضي خدا هجي ته زمانو وفا ڪري
جي تو مدد خدا ڪري دشمن تو ڇا ڪري
ٿيندو ڇا جيڪڏهن ڪو ٻئي جي گلا ڪري
ٿيندو ٿي تيئن آهي جيئن منهنجو خدا ڪري
معشوق ڇنجي سونهي جو ناز و ادا ڪري
عاشق ٿي پنهنجي ساڻ نه دم ڀر دغا ڪري
هن آسمان جي زير خدا ڪڙي ڪانسوا
ڪهنجو آ ڪير ڪير تو ڪنهن سان بقا ڪري
رحمت خدا جي زور يا منهنجا گناه زور
عقبا جو خوف خطرو ٿي منهنجي بلا ڪري
خوف الرجا جو ڪو نه خيال آهي "دادنا"
قاضي جي آه راضي ته ڇا ٿي قضا ڪري.

## غزل

عمر ساري ۾ مونکي وصل جي نعمت نه ملي
مان گنهگار هيس تنهن ڪري جنت نه ملي
لائيان دل نه هان ڪنهن سان نه ڏسان هان ڪنهن ڏي
ڪنهن کان افسوس مونکي اهڙي نصيحت نه ملي
ڪوئيٽا ڪشمير مسوري ۽ شمله پوني ۾
ياس فرقت جي تپش کان مونکي فرحت نه ملي

جي ملي ڪنهن ڪان نہ عزت دولت نہ ملي
ڇا مليو جيڪڏهن دولت ملي عزت نہ ملي
مصر ايران پرستان سڄو هڪلي ڏٺم
پر ڪٿي يار جي صورت جهڙي صورت نہ ملي
انقلاب ڪهڙو اي "دادن" هي آهي جو ڇا ڪئون
يار جي منهنجي طبيعت سان طبيعت نہ ملي.

## غزل دادن

موندانهن مٿان اي منهنجا سڄڻ دل ڪٿي وڃين
ناحق نہ مون غريب کي اوجهڙ هٿي وڃين
منٿون ميڙون ڪيتريون توکي ڪنيان تہ پيي
وهلور ڇو تو مونکان منهنجا ڏٿي وڃين.
سرتين تي سسئي کي جهليو مون وانگي اي مٺا
ڇو تي پنهل جي پوئيان هڪڙي جٿي وڃين.
اهڙي تہ خبر ڪانہ هئي هيئن رهه روان سڄڻ
"دادن" کي ڪيئن تو اوچتي جهٽ پٽ وٺي وڃين

## غزل از "دادن" فقير

تنهنجي فرقت ۾ مٺا زهر ڦڪيندو ٿو وتان
ڏينهن جا ڇالي ڏٿي تارا تڪيندو ٿو وتان
عمر پنهنجي جا ڏکيا ڏينهن ڪٽيندو ٿو وتان
پنهنجي منهن سان پنهنجا سور پٽيندو ٿو وتان

ڪيئن ڏسان توڏي خطا وار اکيون پنهنجون ڪٿي
پنهنجي مان شرم ڪان منهن پنهنجو ڍڪيندو ٿو وتان

ياد تنهنجي ۾ بنائي هي غـــزل ۽ ڪافيون
تنجي پيس پاڻ بہ بين کي بہ ٿتيندو ٿو وتان

## غزل هوش پورو

نہ عشق- صنم ۾ اتــم هوش پورو
ڪهي پاڻ جيڪر ڪريان جوش پورو

شرارت رقيبن جي ڪان ٿو نہ پائي
مــلاقات جـي وقــت آغوش پــورو

خبر پاڻ پنهنجي نہ ٻونکي پوي ٿي
ڪيو مٺي محبت جي مدهوش پورو

خدا جي آ قدرت جو نفرت ٿي مونکان
رهي ٿو رقيبن ســان هم دوش پورو

الائي خطا ڪهڙي ڪئي سون اي "دادن"
نٿو يار ڳالهائي ڏئي موش پورو

## يار پيدا

ٿيو موت منهن جي ڪان منتار پيدا
ٿيس چــو مان بدبخت بمڪار پيدا

پيو دل ۾ تي آهي دهڪار پيدا
تيو پاڻ پيدا ۽ اغيار پيدا
ڪيو ڪيئن خدا گل سان گڏ خار پيدا
ويو آه قاصد خبر ناه ڇا ڪنئون
اڃان ڇو ٿيو ڪو نه ڪو يار پيدا
جدائي جي گهٽين ۾ گهوڙهن جو يارو
اڇهو ٿو اکين مئون ٿئي نار پيدا
عدم ۾ هجان ها ڇو پيدا تيس مان
جنهن صورت ۾ هو منهنجو دلدار پيدا
اي همراز قانون قدرت جي موجب
محبت ۾ ڪونهي ڪو انڪار پيدا
نه پيدا هجان ها مان دنيا ۾ هرگز
هجي ها پلي "دادنا" يار پيدا.

## غزل

انهي يار کي حيف هزار هجن
جيڪو يار تئون سر کي فدا نه ڪري
تنهن سان ڪهڙو وفا جو ڪٿجي قدم
جو وفا جي عيوض ۾ وفا نه ڪري
ڪنهن کي درد پنهنجي جي دانهن ڏيان
ڪو پڌائي مان ڪاڏي تي ڪاڏي تيان

جيئن مونسان تـمي گذريو آهي
تيئن دشمن سان بي خدا نہ ڪري

منهن جي يار جي ياري پر يـار اوهان
جيڪي بـہ چيـو بيڪار اوهـان

آهي ڪهڙو بہ منهنجي اکين سان ڏسو
منهنجي اکئون سندس ڪو گلا نہ ڪري

سواء يـار سڄڻ جي بيو نہ ڪپي
مونکي ڪنهنجو علاج ٿو ڪو نہ ڪپي

جنهن کي مرض محبت جو آهي لـگل
تنهن جي ڪوئي طبيب دوا نہ ڪري

ڪجھ "دادن" پاڻ کي خيال نـہ آ
ري ڪـهن بـہ ڪشاڻي ڪمال نـہ آ
سارو جڳ هي جدا ٿي وڃي تـہ وڃي
هڪ جانب يـار جـدا نـہ ڪري

## يار جو قاصد

اڃا تائين نـہ آيـو ڇو پياري يار جو قاصد
ڪڏهن ڏسنديون اکيون منهنجون اکين جي ٺار جو قاصد

الائي ڇا ڪيو مون آ جو مونڏي عمر ساري
نہ ڪي دلدار آيو ۽ نہ ڪي دلدار جو قاصد

نہ آيو يار جو قاصد ۽ ليڪن ياد ڏي هردم
ويو هوندو دفعا ڪيئي مون عاشق زار جو قاصد
ھتڻ ۾ آيو آهي يار ڏي ويندي وٺي نياپا
وڙهي پيا واٽ ويندي سنهنجو ۽ اغيار جو قاصد
جدائي جي غمن ۾ بس ڏٺي چاٽي اي "ڏادن" هت
مري ويندا سون ايندو ڪين ڪي منٺار جو قاصد

## غزل از "دادن" فقير

ڪڏهن حاصل وري ٿيندو پياري يار جو پاسو
نہ وسري ٿو دل مغموم کان منٺار جو پاسو
خدا شاهد وهي ڳوڙها پون منهن جي ڳلن تان ٿا
پوي ٿو ياد جهڙي وقت دل جي ٺار جو پاسو
نہ اهڙو مون ڏٺو ڪنهن حسن وازي جو ڪٿي چهرو
ڪرم ۽ سيم بر نازڪ نرم دلدار پاسو
ويو جنھن آہ ٿيئن پيرو ڪيائين ڪين ڪي "دادن"
پسند شايد مونکان آيس گهڻو اغيار جو پاسو

## چوڏهين صدي

اڳوڻو وقت ناهي دوستو چوڏهين صدي آهي
امن الله ڏيندو ملڪ جي حالت ردي آهي
بلي سيڪائي اڄڪلهہ آہ مٽ ٻئي کي ڪري چوٽي
ڪني ڪوجهي اڏي ڪاٺي ڦنجهي توڙي ڦڏي آهي

غضب نازل اچا ڪيئن ٿئي نہ دنيا جي ستانهون جـو
پنهنجي منهن سان منهن ڪارو ۽ ماٺهن ۾ ادي آهي.
شفا جي آسري تي ايترو چئجي تـو محشر ۾
ڇـڏيندو ڪين ڪي جنهن جي اسان دامن ودي آهي.
چڱو آهي چڱائي جي عيوض " دادن " چڱائي ڪر
لکڻ واري ڪنهين جي ڪينڪي نيڪي بدي آهي.

## غزل ڏڪ گسائي پو

عبث تو هٿ هٺان هائي هٿن سان دل ڦرائي پو
ڪريان دانهون ۽ ڪوڪون ٿو اول ۾ گهر لٿائي پو
ڪرڻ واپار گهر جي سر يا دل جـو پڪ جمائي پو
مٿائي منهن تـو اڄ هرڪوئي پنهنجو ڪم ٿپائي پـو
نہ نڪري يـار شل ٻاهـر ڪجل اکڙين ۾ پائي پو
خبر ناهي نہ عاشق لاء چـــا تيندو الائي پـو
رسي ٿو دلـــربا اڳلي ڪي ڏس چريو ٻائي پو
ڪجي ڪهڙي شڪايت يـاڻ ڪي عاشق سڏائي پو
سياڻا بعد صدمي جـي ٿياسون نيٺ جــو هـن ڪان
اڳي يـي ڪيترن ڪـي ئي ڇڏيوسين آزمائي پـــو.
چوان سان چوو نہ چريو پاڻ ڪي هئي جي چوڻ ڪان اڳ
ڏيان تـو ڏوهہ قسمت ڏي پکي هٿ سان اڏائي پـو.
ڪرڻ گهرجي نہ دست اندازي اڄڪلهہ اڻ پڇي ڪنهن سان
هميشه ڪم ڪجي يـاري ۾ هڪيئي ڪي ٻڏائي جو

بهادر ٿئجي "دادن" عشق جـي ميدان ۾ گهڙجي
هٿ ڏک ٿئي کي گهرجي ٿيريان ٿئي جو ڏک گسائي ٿو.

## غزل

عزيزو دل جي بيماري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
تپش فرقت جي لاچاري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
مونکان دلبر کي بيزاري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
زبردستي جفا ڪاري جـا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
اسان جي توبهه ۽ زاري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
ڳچي ۽ ڳل ۾ ٻيل ڳاري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
خطا ڪهڙي ڪئي سون جو الائـي ڇو اچا تائين
طبيعت يار جي عاري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
نه ڪجهه پرواهه آهي ڪنهنجي، ڪهڙو ڪن ڏجي ڪنهن ڏي
اها ئي خلق جي خواري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ
مونکي هو پاڻ دشمن پنهجو ٿو سمجهي وڏو "دادن"
مگر منهنجي اها ياري جا اگ هئي سا هينئر ٿي آ

## دلدار جون اکيون

بي ڪيف ڪيف واريون ٿئي دلـدار جون اکيون
سهڻيون ڪجل ۽ سرمي سـوا يـار جـون اکيون
قدرت جي جوڙ آهي جـو آهن ٿئي قدرتي
خونخوار خون رنگ تـي خونخوار جـون اکيون

نورِ خدا جو جلوو يا نورِ خدا چوي
منهنجي اکين سان جو ڏسي منٺار جون اکيون

ڏئي تو جواب ڪونہ سنئس ڏي ڏسي ڏسي
ٽڪجي پيون سون عاشقِ نادار جون اکيون

زاهد جي تي نماز قضا ويندي جيڪڏهن
ڏسندو نماز وقت منهنجي يار جون اکيون

محشر ۾ حق جي سامهون هونديون پئي "دادنا"
انصاف لاءِ يار ۾ مون زار جون اکيون

## غزل "دادن"

ڏس تہ منهنجي بدنصيبي جو ٿيو آ يار ڪک
پروسي جهڙو پيارو دوست دل جو نار ڪک

ڪو تہ هو اهڙو زمانو جو نہ ٿيندو هو ڪڏهن
منٺ هڪڙو پي نہ مونکان ساھ جو سينگار ڪک

حسن وارن جا ڪڏهن پرپور پريل ياڻ هيا
اڄ تہ هڪڙو پي نہ آهي سڀ ٿيا هڪ وار ڪک

منهن جو مون سان آہ ڪهڙي ريت ٿيو دلدار ڪک
ٿيندو جهڙي ريت آ نادار مان زردار ڪک

" دادنا " ڪڏهن بہ امت پنهنجي بدڪار مان
ڪين ڪي ٿيندو قيامت ۾ سچو سردار ڪک

## ڏکيو بار آه

مئو محب منهنجو مزيدار آهي
جهڙو يار طالبم سوئي يار آهي
سڄڻ اکين ۾ ائين تو سمجهان
خدا جي خدائي جو ديدار آهي
اچايو چو پرواه ڪيجي ڪنهين جي
ڏيڻ وارو هر ڪنهنجو ڏاتار آهي
هجي زر ته هر در پلي واقفيت ڪر
سڄي دوست ڪان دوست بيزار آهي
کنيو آه سر تي سهائي ٿون "دادن"
محبت جو جيڪو ڏکيو بار آهي

## بي اعبتار مان صدقي

منهنجا محبوب منهنجا سهڻا يار مان صدقي
ساهم منهنجا منهنجي سيني جا هار مان صدقي
ڇو نه تو تئون ٿيان گهمرا هزار مان صدقي
تو مچي منهجي نه بي اعتبار مان صدقي
هڪ دفعو چا پرين پر بار بار مان صدقي
توڙي ليکين نه ته پي دل جانار مان صدقي
چاهي چا ڪئون تو ڪرين مونکان عار مان صدقي
اکيان وسرن نٿا ڏنهنجا پيار مان صدقي

ٿا ڏنگن ڇهل اهي زلف ڇا مار مان صدقي
موت "دادن" جو تنهنجا ڪارا وار مان صدقي

## غزل ايمان لٽائي ويٺس

تنهن جي اکڙين تي مان ايمان لٽائي ويٺس
تنهنجو عاشق ٿي خدا پنهنجو ڀلائي ويٺس

پيچ تو يار بي پرواه سان پائي ويٺس
پنهنجو سان پاڻهين آرام ڦٽائي ويٺس

اوچتي ڪيئن مان اکيون توسان اڙائي ويٺس
پنهنجي مان پاڻ لئه تقدير بنائي ويٺس

راهه ۾ ساروئي سامان کسائي ويٺس
ٻئي جو ڇا پاڻ مان دل پنهنجي ڦرائي ويٺس

واهه ڪيئن سور پراوا مان پرائي ويٺس
تو ستمگر جي ڪري جان جلائي ويٺس

تنهنجي تصوير تصور ۾ ڇمائي ويٺس
توڻي در تنهنجي تي بس ديرو ڄمائي ويٺس

راز اغيار کي ناحق مان ٻڌائي ويٺس
پاڻ تي پنهنجي قسمت کي ڪلائي ويٺس

تنهنجو "دادن" تو چوي تنهنجي محبت ۾ نا
ناه پرواه جو سڀ سر تي سهائي ويٺس

## ڇيرا نوان نوان

مونکان سڄڻ پڇي ويو پيرا نوان نوان
روئي ڏسان ٿو يار جا پيرا نوان نوان
هڪڙا جلي ويا مان جيئڻ واسطي وري
پيدا ڪريان ڪي پيا بڪيون جيرا نوان نوان
مون ڏي ڏسي ۽ پنهنجي ڪهڻ لاءِ دلربا
هر هر ڪاتي ڪي ڇيرا نوان نوان
گذري ويا اڳوڻا اڳوڻا جي وقت ها
دنيا ۾ اڄ اچي پيا ڦيرا نوان نوان
اڄڪلهہ تہ ڪيترن جون حسينن ڪري ڇڏيون
دستارون ڏاڙهيون ڏيريون ۽ ڏيرا نوان نوان
جنهن دل ۾ ڪڏهين ماپي نہ ٿي "دادنا" خوشي
تنهن دل ۾ درد ڪيا اڄ ديرا نوان نوان

## فلڪ تي ڏيان

آهيان زمين تي ليڪ فلڪ تي ڏيان آ
مون بندي جو ٿاهون فرشتن کان شان آ
رحمت يي منهنجي واسطي زحمت يي مون ڪاڻ
پر سا ڳي وقت ڀانهي تي رب مهربان آ
ٿو پنهنجي مردہ زندگي زندہ ڪري سگهان
ڪنهن ڳالهہ ۾ تہ موت يي خود رازدان آ

منجي نه تو سگهان جو مان انسان آهيان
بت جي طرح ڪعبه ۾ منهن جو نشان آ.
ان ڳالهه ۾ وجي تو ڇا ڪجهه پئي جو "دادنا"
قدرت جي ڪنهن جي سر جي مٿان مهربان آ

## رشيا ۽ پاڪستان ۾

هاڪ تنهنجي حسن جي هر جاءِ هندستان ۾
آمريڪا ايشيا رشيا ۽ پاڪستان ۾
مٽ نه تنهنجو آهي ڪو يورپ ۽ يونان ۾
آفريڪا چين ۾ اسپين ۾ ايران ۾
بيلجم هالينڊ ۾ پولينڊ ۾ انگلستان ۾
جرمني برما ۽ اٽلي ڇا مگر جاپان ۾
تنهنجي صورت جي پڌم تعريف ترڪستان ۾
اصفهان توڙي سگوري ملڪ عربستان ۾
او مٺا محبوب منهنجا منهنجي نظرن جي اڳيان
تنهنجو ثاني ڪونه آهي مصر ۾ ڪنعان ۾
سنڌ ۾ پنجاب ۾ آسام ۾ بنگال ۾
ڪونهي همسر تنهنجو ڪو سرحد پٺاڻستان ۾
جوڌپور ڀوپال ۾ جهونا ڳڙه ڪشمير بيو
پرتپور گجرات ڪاٺياواڙ ۽ مڪران ۾

شملي ۾ پوني ۾ دهلي بمبئي لاهور ۾
ديري غازي خان ۾ ۽ ڪلڪتي ملتان ۾
ڪين تنهنجو مٽ ڪراچي يا سکر ۾ ڪو سڄڻ
لاڙڪاڻي ۾ ته ڇا دنيا جي هر ميدان ۾
جهڙي صورت تهڙي سيرت رب ڏني توکي سڄڻ
لطف آ جي گڻ هجي صورت سان گڏ انسان ۾
اي پرين پيارا وڏي سڪ ساڻ آهي پر اثر
خوب "دادن" شعر ناهيو آه تنهنجي شان ۾

## دادن فقير اونده ۾

اڇي جي نڪري اگر مون ڏي يار اونده ۾
تي اونده مئون پوي مون لاءِ نهار اونده ۾
خراب آهي ڪيڏ انتظار اونده ۾
وڃهي نه ڪائي اجائي ڪو مار اونده ۾
وڃو مون يار کي هيرن جو هار اونده ۾
پيچي پيو ڪچ ڪري بي اعتبار اونده ۾
ميٺر هجي ڪو وچي کيس کي چوي نه تو لئے
هو تنهنجو ويئو آ خدمت گذار اونده ۾
ڪري حجاب سڄڻ سوچهري ۾ تو "دادن"
نصيب من ٿئي بوسه ڪنار اونده ۾ ۔

## غزل- سوال سڳي جو

بي درد کي کهڙو آ پتو دل جي لڳي جو
مشڪل تو ٿهي موٽي وري سودو ٺڳي جو
جو سمجهي تو پنهنجو سو اوس آهي نه تنهنجو
دنيا جو سچو چرچو اٿئي ڏاهه نڳي جو
ڇا جنهن کي خبر آهي سو قائم آ انهي تي
سر ڌار مٿون ڇا ڇاٽي تو شوقين ڪڇي جو
هوندا هئا اڳئين وقت ۾ واپار سرن جا
اڄڪلهه ته رڳو وڌ ۾ آ وڌ سوال سڳي جو
سوداگري انهن جي آ وڏي عشق جي "دادن"
هاٿين نه وٺي سگهندو خريدار ڊڳي جو

## نيت صفا هجي

منهن جي ڀلي جان ملڪ سڄي ۾ کلا هجي
دنيا ڦري وڃي ڀلي راضي خدا هجي
ڇا جو فساد ڇا جو حدث ڇا جي آ دشمني
ٻئي کي ڇڏي ڏي پنهنجي نيت صفا هجي.
بادِ صبا تون ڇئه وڃي منهن جي مسيح کي
زنده ڪري مئي کي ڪا اهڙي دوا هجي
اهڙو ته ڪم ڪندس نه مان پيهر ڪڏهن وري
مونکي هي ڀل ته دل جي لڳي جي سزا هجي

هن منهن جي ٿي مرض جو آهوئي حڪيم آ
اڪثير جهڙي جنهن جي نظر ۾ شفا هجي
ٻئجي مري خدا جو قسم آهي "دادنا"
اميد جو جي ڪين ڪي دل کي پرا هجي

## دوا ڪيستائين

ستائيندي تون اي منا ڪيستائين
رهي مون کان سگهندين جدا ڪيستائين
ڪندين منهن سر جي گلا ڪيستائين
۽ ڏيندين وري بد دعا ڪيستائين
حياتي کي هوندو بقا ڪيستائين
ڇڏيندو ڪنهن کي خدا ڪيستائين
جو آهي مرڻ وارو تو لئه تنهن جي
ڪندو چا ڪو حاذق دوا ڪيستائين
اجائي جو بي عذر "دادن" سا هيئن تون
رٺو رهندين ڏس دلربا ڪيستائين

## ادب چانور سنڌ جو

ٿي وبو اڄ آسمان بر دور برتر سنڌ جو
شان مسلم سان تيو آهي متي ڪر سنڌ جو
سنڌ کي لوڏو نه آهي سنڌ هوندي سبز سر
حشر تائين شل ڏسان آباد هر گهر سنڌ جو

سيني ملڪن سان آهي سنڌ جو واپار پڻ
آهه قلزم تي ڪراچي شهر بندر سنڌ جو

عام چوڻي آهي، سنڌ آهي قلندر لعل جي
سنڌ کي آ فخر آ حاڪم قلندر سنڌ جو

سيني ملڪن ۾ گهڻو مشهور آهي "دادنا"
خلق مهماني پلو ۽ انب چانور سنڌ جو

## موت گهر ۾ گهرائين متان

دغا باز سان دل لڳائين متان
سڄي عمر جو غم پرائين متان

پرائي کي پنهنجو تون پائين متان
سڏين ڪنهن ڪميني کي سائين متان

اٺائي سان اکڙيون اڙائين متان
چوڻ منهنجو دل تان پلائين متان

ڏکي يار سان پيچ پائين متان
پنهنجي گهر کي هٿ سان جلائين متان

اجايو ڪرين دانهون افراد تون
مٿئون خلق ساري ڪلائين متان

پڇجي بي وفا کئون تون بيزار ٿي
ڏسي وائسي زهر کائين متان

ڏئي دل تون هٿ سان ۽ هٿ سان سڏي
پنهنجو موت گهر ۾ گهرائين متان

جو بروقت ٿي آزمايل هجي
انهي کي وري آزمائين متان

سچي دوست تان صدقي سڀ ڪجهه ڪجي
ذرو پرزو پٽ تي بچائين متان

رکي ڪونه تو ڪنهن جي تر جيتري
پنهنجو راز ٻئي کي ٻڌائين متان

ڏئي سڀ کي چڏ تون وفادار کي
چئي پنهنجو ويسه وڃائيں متان

ڪنهين بي درد معشوق جو "دادن"
خبردار عاشق سڏائين متان

## مشهور ڪين آهيان

مخالف منهنجو ڇا ڪئون بي سبب اي دلربا ٿيو آن
عجب آهي اجائي جو اسان کئون تون خفا ٿيو آن
تون منهن جي واسطي اي جان من فتنه قضا ٿيو آن
دماغ آهي نه پرزو جڏهن لاکون جدا ٿيو آن
اجان مجنونء وانگي مان ٿيو مشهور ڪين آهيان
نه ڪي مشهور تون ليلان جي وانگي جابجا ٿيو آهين

خدا کي علم آهي ڪا خدا جي آه قدرت جو
مري تي آس منهن جي ڪين توڙي بيوفا ٿيو آن
جواني جو پرايو موت "دادن" تنهنجي الفت مئون
ٿيو دشمن دوست مئون افسوس آهي ڇا مئون ڇا ٿيو آن

## اغيار ٿيو

مون يار کي يار ڳهٽوئي ڪيو پر يار نه منهنجو يار ٿيو
فسوس اهوئي يار اٿم جو يار مئون هو اغيار ٿيو
هٿي ڪانه ڪا هي اميد سڄڻ سر پنهنجي پڄي بيزار ٿيو
منهن جي ڪاڻ زمانو آهي سڄو ڄڻ اونده ۾ اندوڪار ٿيو
آ ڪلهه جي خبر آغوش ۾ هو هڪ پل نه تي مون کان ڌار ٿيو
قدرت رب جي آهي جو آهيان يار مٿئون سان بار ٿيو
تي عمر سڄي برباد وئي اهڙي پاڻ کي پهريان ڪل نه پئي
اڇي موت نه تي پئي ڏاڍو چڱو منهنجو جڳ ۾ جيئڻ لاچار ٿيو
هالي "دادن" اهڙيون دانهون نه ڪر انصاف نه آهي آنهون نه ڪر
جو آيو ڪرڻ ۾ يار لئي آخر ڪم ڪار سڄو بيڪار ٿيو .

## ڇڏيئہ دل ڦٽي ڦٽي

هيڏي اک تہ سڄڻ ڏس پٽي ڇڏيئہ دل ڦٽي ڦٽي
ڇا ڪئون محب وئين منهن مٽي ڇڏيئہ دل ڦٽي ڦٽي
تنهنجي تابش تاب تورڻ ۾ سهٽا سائين سمجهہ سون
ڪو نہ عشق جي بازي ڪٽي ڇڏيئہ دل ڦٽي ڦٽي
تو سان ڪونہ چلي ڪو چارو ويو ساه سنڌن مان سارو
بحري بـــاز مثل وئيـن جهٽي ڇڏيئہ دل ڦٽي ڦٽي
رني جانب يار جڏهاڪون ڏهنجي سر جو قسم آ
تڏهاڪون
نہ ٿـو مرض انـدر جـو هٽي ڇڏيئہ دل ڦٽي ڦٽي
سارو زهر لڳي ٿو زمانو "دادن" ڏهنجو يار ديوانو
جيڪو ڏينهن ڏ کن جا ڪٽي ڇڏيئہ دل ڦٽي ڦٽي

## رکو تنهنجو غم آ

رکو تنهنجو ماتم رکو تنهنجو غم آ
اها ڪار منهنجي اهو منهنجو ڪم آ
١- سوا عشق جي عشق واري جو ڪوئي
نہ اسلام ملت نہ مذهب ڌرم آ۔
٢- اوهان يار پويان ڪريو پير ڇو ٿا
اسانجو تہ ساڳيو ئي ثابت قدم آ
٣- دلارام "دادن" محبت ڪان تنهجي
نہ هٽندو هي جيسين حياتي جو دم آ

## سنسار جي ويجهو

ٿو پائيان موت پنهنجو مان وچڻ دلدار جي ويجهو
جهلي دهشت وڃان ٿو ڪين ڪي مان يار جي ويجهو
دماغ آه نه ڀـــورو ۽ طبيعت پي نــه پوري آ
لڳي وئي تار وڃجي ڪين ٿو ڪم ڪار جي ويجهو
سندس رخسار ويجهو وڃجي ڪيئن جو مار زلفن جو
ڏنگڻ جي لاءِ ويٺـو آ سندس رخسار جـي ويجهو
ڪري بر منهن هليو وڃو، هي سمجهي يار ٿو چرچو
وري اچبو نه اصلي يـي وفـــا سنسار جـي ويجهو
ڪئي سون عمر پر توبهه چڱو ٿيو جو وري پيهر
محبت لاءِ وڃبو ڪين ڪي دلــدار جـــي ويجهو
خبر ناهي هي ڪهڙي مونکي تي بيماري وئي آهي
جو پنهنجو پي اچي ٿو ڪين مون بيمار جي ويجهو
ڪٿي تاوار مارڻ منهنجي لئه ايندو نه اي "دادن"
جهليندس پنهنجو گردن مان وڃي تلوار جي ويجهو

## منهن لڪائين ٿو

تون مونکي جڏهن ڪڏهن اي سجڻ سائين ستائين ٿو
مان تنهنجو آهيان مونکي تون پوءِ جو ڪين پائين ٿو
رسامي جي آ معني خود محبت تا چون جنهنکي
هي حاضر آه ســـر منهنجو اجايـــو آزمائين ٿـــو

اڳي جا هئي نوازش تنهجي مون تي سا هيئر ڪانهي
نڪي مونڏي نهارين ٿو نڪي مونسان ڳالهائين ٿو
خدا دشمن جي گهر ۾ پيي نه دلين جو وجهي جهيڙو
ڏکيل آهيون اڳتي تون ڏکين کي چو ڏکائين ٿو
پري ڪان ٿي سون ۾ اي سڄڻ سائين قسم تنهنجو
سڄاڻان توکي ٿو باقي ڇو مون کئون منهن لڪائين
مري ويئڙاسون هڪڙي جو اهي ڏک پيٽ ۾ پائي
اجايو زور " دادن " ساڻ ايڏو آزمائين ٿو.

## خدا جو قسم

سواء يار جي نڪري ٿو دم خدا جو قسم
وٺي ويو غم تي خوشي وٺي عدم خدا جو قسم
درد فراق نه فرحت اٿم خدا جو قسم
نه ڪنهن جو ڪنهن ۾ پوي ڪوئي ڪم خدا جو قسم
ڪمال آهي محبت جو جو تصور ۾
تو دل کي خم وجهي زلفن جو خم خدا جو قسم
ڏسي ڪو منهنجي اکين ساڻ بدگمان صاحب
خدا جو شان آ منهنجو صنم خدا جو قسم
ويو هو پاڻ فقط پنهنجو سنگدل مون وٽ
ڇڏي هليو ويو رنج و الم خدا حو قسم

چون ٿا خواهمخواه منهنجو خون هارڻ لئه
ڪٿي رهيو آ مخالف قدم خدا جو قسم
پوءِ گهرون ٿا جي ڪنهن ڳالهه جوته هو هڪدم
ڪٿي تو ڪوڙا خدا چا قسم خدا جو قسم
اسان ته يار ڪي آهيون نه يار ياد پر "دادن"
اسانکي يار جو ڪاٿي ويو غم خدا جو قسم

## اڳيرو هجي

بي سمجهه ڪي چڱي ڏي پلي اڳيرو هجي
تلاءِ ڏسيس نانڪ جو جاڏي ڏرو هجي
هند دوستي جي سودو هجي پر کرو هجي
لالچ جو رستو دوست سان بلڪل پرو هجي
شرم ۽ حيا جو اک ۾ ذرا ڪجهه ذرو هجي
اهڙو نه ڪٿجي بار جو وت کان گهرو هجي
پوءِ ڏئي انهي ڪي ساڙجي صد بار دوستو
ڪاٿي جو جو کرو هجي ڪم جو پرو هجي
پوءِ پيو خدا کان ڪجهه نه گهران تو اي "دادنا"
هي پنهنجو سر سڄڻ جي جتي جو ترو هجي

## جهڳڙو نه وارجي

گذري ويو جو وقت سو مولي نه سارجي
بي سمجهه ساڻ پنهنجو متو ڪين مارجي

اڄڪلھ وڏو غريب تـي گھر ۾ گذار جي
توري گھٽي ڳالھ تان جھڳڙو نـہ وارجي
اھـڙو ڪجي تجربو جـو پٿر پڳھارجـي
دشمن کي ھٿ سان ڪين ڪي رستو ڏيکارجي
قدرت خداء جي آه اسان ڪئون اي "دادنا"
سوڀي ٿهي تو جهن کي نہ پرسان بهارجي

## ويسر نہ ڪپي

دشمن ڪنھين جو رب ڪري دلبر نہ تي پوي
برپـا ڪنھين غريب ڪان محشر نـہ تي پوي
گمراه راھ ۾ ڪو مسافر نـہ تي پـوي
شل رحم دل ڪو ماڻھو ستمگر نہ تي پوي
واعدي جي منھنجي يار کي ويسر نہ تي پوي
ھڏو منجھان اي دوسـتو نهڪر نہ تي پوي
دانھون نہ ڪر اي "دادنا" دانھن منجھان متان
دل دلربـا جي ميـڻ مان پٿر نہ تي پوي

## باه پري

منھنجا حبيب ونڪان تون ھڪ پل پري نہ تي
ڏاڍي بـدن ۾ باھ پري تي تـري نتي
وئي جا ھتن مان دل سا ڪڏھن يي وري نتي
تنھن جي سري تي پـر منا منھجي سري نتي

سچ پار آهي ڪوڙ جتي پوڙي تري ٿي
جنهن دل ڏٺي سچائو اها دل مري ٿي
آهي جا ليک پر سا ڪڏهن پيئ ڌري ٿي
سڀڪجهہ ڪري ٿي قدرت قسمت ڪري ٿي
" دادن " غلام آه سچن تنهنجو عمر پر
ڪاري وڌو جدائي، جدائي ڪري ٿي

## نتيجو پيش آيو آ

زماني کي کهٽو ٿي مون عزيزو آزمايو آ
مگر ان مان عجب جهڙو نتيجو پيش آيو آ
هوا جي يار سي اغيار ٿي ويا تار ڏٺي توکا
اسانجو آسرو حق پاڪ تي جنهن جڳ اپايو آ
سوين صدما ڏنم اهڙا ذري کهٽ سر وڃڻ جهڙا
مگر ان مان اجا تائين مونکي قدرت بچايو آ
دنيا جي خواب جون خبرون متان سمجهين سچون "دادن"
هوا دم جي آ، دم پورا پيو کل کم اجايو آ

## هٿ قضا جو

اي يارو پاڻ کي ويچار ڏاڍو دلربا جو آ
چڱو ٿيو فڪر نه خلقيل هرڪو خدا جو آ
نه ڪنهن کي زور سان ميندي لڳائي سکهجي ٿي هرگز
اهو سڀڪنهن جي مرضي تي چڏيل سودو رضا جو آ

نه ڪنهن طوفان قلزم کان ٿيل برباد مان آهيان
منهنجي قسمت جي ٻيڙي کي لڳي ويو هٿ قضا جو آ
ڏسي مايوس ۽ غمگين مونکي پيو چوي هرڪو
قسم آهي خدا جو هي ته ڪو ڪاتل بلا جو آهي
اجايو زير بالا ڇئجي پرپٽ ٻين کي چو "دادن"
پڇي جي ڪين ڪي سگهجي نه ڪهڙو ڪم ڪلا جو آ

## چور گهر ۾ آ

لطف منهنجي واسطي آبادي ڪرڻ وڌ بر ۾ آ
باغ بر مون لاءِ آهي سير بر گر بر ۾ آ
چسم جانا جيئن نڪي جادو نه ڪي منتر ۾ آ
مثل ابرو نڪي ڪنهن تيغ جي جوهر ۾ آ
گرچ مان بيمار آهيان بستري تي موت جي
انتظاري يار ۾ تب ديد پنهنجي در ۾ آ
منهنجي دل ۾ آهه دلبر واسطي الفت ۽ انس
ليڪ منهن جي واسطي جهڳڙو دل دلبر ۾ آ
چو ڪرڻ گهرجي اجائي جو ٻئي پاسي چور چور
جاچ وئجي تي ته هوڏانهن چور پنهنجي گهر ۾ آ
تون قيامت جو ٿي زاهد پيو پلي ڪيد انتظار
منهن جي ڪان برپا قيامت يار جي نهڪر ۾ آ

بس خزان آئي چمن جو حال کهڙو تو رهي
اڄ فقط بلبل نه پر خود باغبان چڪر ۾ آ
ڇا ڪندو انسان ڪو ڪنهن تي نوازش "دادنا"
آسرو پنهنجو اڳي پو خالق و اڪبر ۾ آه

## وقت نماز آيو

انسان جي صورت ۾ بنده نواز آيو
مخلوق با نماز ۾ خالق بي نياز آيو
مطلوب ڪاٿي تي ۽ طالب تي آيو ڪاٿي
ڪاٿي شڪار ڪاٿي بڻجي هو باز آيو

ڪاٿي تي آيو تخت هزاري جو رانجهن چاڪ
محمود ڪاٿي ڪاٿي بڻجي اياز آيو
منصور جي هو پردي ۾ سوري تي پاڻ هو
زاهد جو دين ٽوڙي ڇپائي ڪو راز آيو

احمد احد جي وچ ۾ فقط ميم جو فرق
معمولي ميم جو هو رکي امتياز آيو
شبير ڪربلا ۾ ڪسڻ وارو ڪير هو
خودهي شهيد ٿيڻ لئه تي خود جان باز آيو

بيو وقت ئي نه شمر کي هو قتل شاه لئه
وجه شمر کي لڳو جڏهن وقت نماز آيو
هر شيء ۾ آه پاڻ هو اي "دادنا" محيط
آهي وني عدم کان حقيقت دراز آيو

## حضرت محترم جناب پير ابراهيم جان سرهندي

سخن جي فن جو ماهر ۽ اهلِ فن دادن
سخن شناس سخن سنج خود سخن دادن

مٺي ادا سان مسخر ڪري ٿو محفل کي
دليون ٿو موهي وجهي دم ۾ من موهن دادن

عجب نه آه ته فرهاد ٻڌجي عالم ۾
لکڻ ادب جو جبل آيو ڪوه ڪن دادن

وڃي وڻوس خزاني مٿون ڙرهيه جي ورڇون
وراهي دوست جي دردن جي ويٺو ڏن دادن

ستي ڪاتو کي سري سگهجي جو سڙي ويو سرير
برهيه جي باه ڪيو بيحال هي بدن دادن

ٿريو ٿڏو تون رهين شال تاب طولِ حياب
عدو تنهنجا پلي پيا ٻرن سڙن دادن ؛

سدائين طبع سندس باغ ۾ بهار آهي
گلن ڦلن سان پريل آه چڻ چمن دادن

"خليل" شال اڳيان خلق سر بلند هجي
مگر خدا جي اڳيان هوء سر فگن دادن

## بازار ۾ آهيان

پڇو ٿا ڪهڙيون خبرون مان وڏي آزار ۾ آهيان
نه آهيان پنهنجي وس ۾ بس وڃي پيو تار ۾ آهيان

دل ۾ نادان تي ڪهڙو الائي ٿيو اثر آهي
نه پنهنجي ڪا خبر آهي نه پئي ڪنهنجي پچر آهي
پڌل اهڙو خدا ڄاڻي خيال ۾ يار ۾ آهيان

نه راحت آ نه رخصت آ نه فرصت آ نه فرحت
قيامت تي قيامت آ مصيبت تي مصيبت آ
تري تي سر ڪنيو بيٺو سري بازار ۾ آهيان
قسم آهي خدا جو پاڻ تي ڪنهن خار ۾ آهيان
تهي تلوار آهيان انتظاري يار ۾ آهيان
اي "دادن" چاڪريان ڏاڍي پيل ويچار ۾ آهيان

## ڪفن چيري

رسامي يار جي يارو چڏيو آ تن ۽ من چيري
نه آهي رت ڦڙو منهنجو ڏسي ڪوئي بدن چيري
جنوني جوش ڪان پنهنجو چڏيم هي پير هن چيري
لنگهي وئي آه پنهنجي نيل گون چرخي ڪهن چيري
پڇو اي رازدان خبرون ٿا ڪهڙيون منهنجي سوڙن جون
پلي وانگي وڌو آهي بدن هن گلبدن چيري
اي يارو لحد ڪان اگهر اٿين ٿي پئي سڄڻ منهنجو
اچي تڪڙوئي تڪڙو منهن ڏسي منهن تان ڪفن چيري
ڦٽي سامهون ڏئي تنهنجي ئي مارڻ لئه اي "دادن"
ڪڏي پهو سينڌ وارن مٿون سڌي هو سيم تن چيري

## برباد ايترو

ڪر دوست منهجي دل کي نہ برباد ايترو
هر هر ستاءِ ڪين کي افسراد ايتـــرو

تنهنجي ملڻ کان اکيون متان خاڪ تي پوان
مون کي نہ پڻ اي منهنجا سچڻ ياد ايتـرو

دانهون ڪري بخار ڪيان دل جي درد جا
چڏ تـورو مونکي اي پريـن آزاد ايتـــرو

ڪنهن غير سان سترجو شڪايت متان ڪرين
" دادن " کي رک نـہ دلـــربا ناشاد ايترو

## ڏاڍي وڏن ڏوندا

خدا ڪري تہ ڪهين جـو جدا حبيب نہ ٿئي
اهو هي درد آ دشمن کي بي نصيب نـہ ٿئي

اڪين رقيب جهـان ۾ پلي وڏـن ڏوندا
وفقط سوال رکو جانِ من رقيب نہ ٿئي

زنجير زلف جي ۾ بي وس بي خيال مون وانگر
مبادا اوچتي قيدي ڪوئي غريب نـہ ٿئي

فراقِ يـار ۾ بيمار ٿئي اڪـر " دادن "
متانهہ تنهنجي مرر ڪوئي طبيب نـہ ٿئي

## جهڳڙو نٿو

جهڳڙو نٿو من بي وفا تون ئي وفا جو گهر
هٿين ڪير ٿو چوي ته ڪو تون آن جفا جو گهر
ڪاڏي وڃان مريض مان بيمار عشق جو
گهر تنهنجو منهنجي واسطي آهي شفا جو گهر
جيڪا ڪيئي دعا سا ته ٿيو مگر پرين
تون ٿو پٽين مان ٿي سمجهو توکي دعا جو گهر
هٿن ڪونه ڪو چوي ته ڪو آجو مان آهيان
دنيا ۾ هرڪو آدمي آهي خطا جو گهر
گهر پنهنجي ڪان نه پنهنجي تون دادن ڪي ڪر منع
هر ڪنهن جو گهر اڳي آ هتي آهي ڇا جو گهر

## گلا بڻجي آئي

وفا منهن جي حق ۾ جفا بڻجي آئي
خوشي جا هئي سا سزا بڻجي آئي
سڌي سامهون منهنجي سيني ۾ هڪدم
نظر هن جي بجلي هوا بڻجي آئي
چوان ڇا ته ڇا مون آ ڇا بڻجي آئي
رضا ئي ستمگر قضا بڻجي آئي
تمنا هو آخر ٿيو انداز پورو
جا اڳي دل ۾ هئي سا ادا بڻجي آئي

اسانجو آ کو لوڻ ڪڍڻو اي "دادن"
جا نيڪي هئي سا گـلا ٻلجي آئـي

## ڏوهيڙو سرائڪي

پٽ سٽ خم جهٽ پٽ دئي دا پٽ پٽ تي نا ڪولين
هولے ٻولين
هٽ هٽ سودا هٽ هٽ آئي ڪٽ ڪٽ تي ٻهه تولين
هولے ٻولين
چٽ وٽ ڏي مٽ گپٽ نٽ مارئي مٽ چٽ تسون
منهن اولين هولے ٻولين
گهٽ گهٽ تي ڪرڪٽ سر سٽ پا "دادن" گهٽ
جهٽ گولين هولے ٻولين

## ڏوهيڙو سرائڪي

بند بند لڳا دلبند باند تي زلف دے بند ڪمند ڪيتا
نهين هڏ پسند هئي جند تيڏي دي تند چا حسرت مند ڪيتا
پيوند تيا ڏک رند ڏيکان اهين پند چا ڪنڌ نمند ڪيتا
اج داد محمد داد تيا اهين هئي دانشمند ڪيتا.

## ڪلام سر تلنگ

جهنگ ماهي دا خلد برينے، مجهيئن وچئين نال مکينے
١- بن ماهي دے ڪتي جاوان- اک پل ساعت صديان پاوان
گذرن گهڙيان سال مهينے

٢- وچ دریا دے ڈیر تماشے۔ لک میران دے لڑہ لگے لاشے
غرق تھئے غوراب سفینے

٣- شانان والا صاحب اعلیٰ۔ شاہ جهان دا تاج دا والي
وچ بیالے دے تخت نشینے

۴- وچ گرداب دے توڑ نبائسي۔ لاش مٹي دے چا کہل لائسي
ایجھا "دادن" دل نون یقینے

## کلام سر تلنگ

ول پردیسي ڈیولا جاني۔ ڈور کیتوء وچ ملک مکاني

١- کڈھان آس ڈینهن ملڻ دے۔ کلسن ساري راز رسڻ دے
فکر فراق دے تیس فاني۔

٢- رات ملڻ دي عید منئیسان، گهولي آپ نون گهول
گهـئیسان
نظر کریسان سر قرباني

٣- عشق تیڈے دا تلک لگئیسان۔ بار ملامت سر
تے چائسان
جٹیان پئسان گہل صعاني

۴- یار "دادن" نون چین نہ آندا ۔ تئین بن سارا جگ
نهین بانندا
وسدا ویڑها سیچ ویراني۔

## سرائکي ڏوهيڙو

سڌڙے پئے هين عشق واليان دي سچ دے وچ آبادي
جنهان عشق خريد نہ کيتا انهان دي عمر ڳئي افرادي
سر وچوڙے سوپ نہ ٿيسي هے منزل جور جفا دي
آکے "دادن" اهي دلير سڏيجن جنهان ماريا نفس فسادي

## ڏوهيڙو

سهڻيان دے نال تہ هر کوئي گذارے پر کوئي کو
جهن دے نال گذارے
اِنهن يار کڙي لک پاز کيدان ميڏا ماهي وتے انهن پارے
فذ کروني اذ کرکم وجدي تن وچ ............ تارے
آکے "دادن" مين ايوين روان جيوين وچڙي کونج قطارے

## ڏوهيڙو دادن

دبار کريندا ماڻے دل کون مانے يار دے پاندے
صدقے جاوان سهڻا سکنا اتون جو اج واعدے ياد نہ آندے
لاندے جهڙے تروڙ بنادے اتے چوڙ کے مول نہ جاندے
آکے "دادن سهاڳڻ تي سا جو مکسن ڏينهن ڏکاندے

## ڏوهيڙو سرائکي

نال انهان دي لگ ڳئے هے ياري
هے موت شکار جنهاندا ـ کاندے ني جهڙا ماس مائهون دا

هان مين يي طعام تنهاندا کجھہ سور سٺاوان کنهن نون جو وال نهين اک واندا جنهان "دادن" مينون درد ڏتا مين هان نوڪر خاص انهان دا.

## وهاريان ڪٽي

سوا در سڄڻ جي گذاريان ڪٽي
اندر جا مان اوتار تاريان ڪٽي

سڄي رات ويٺي تي گذري وڃي
بي آرام دل کي سمهاريان ڪٽي

اها جاء مونکان ليي ڪانہ تي
اچي هو تہ هن کي وهاريان ڪٽي

نہ اچ داد فرياد آ "دادنا"
ستمگر صنم تي پڪاريان ڪٽي

## دادن فقير آهيان

دنيا پر چند گهڙيون باقي اسير آهيان
تورو ڪو وقت هاڻي زنده اخير آهيان

سڄڻ جي واسطي چڱ مان ڪنده ڪير آهيان
دشمن جي دل پر هر دم مان مثل تير آهيان

دنيا پلي چوي پر دنيا جا راز جاڻي
مفلس مان آهيان ليڪن دل جو امير آهيان

ڪولي وجهان وڌا ڪي ماڻهون مان جيل اندر
پر مان وزير ناهيان "دادن" فقير آهيان

## غزل سڄڻ کي

آهي ڪو جو سمجهائي وڃي منهن جي سڄڻ کي
اي دوستو هو ليڪي نتو منهن جي چوڻ کي
گذرن ٿا سيئي موت جا دن موت جون راتيون
صدقي ڪري مان ساڙيان جدائي جي رهڻ کي
برسات ٿي ڳوڙهن جي وسي منهنجي اکين مان
اي يارو مان روڪي ٿو سگهان ڪئن رئڻ کي
مون زندگي پراهڙو اکي ڪم نه ڪيو هو
لڳندو نه گهڻو وقت آ ماڻهوءَ جي ڪرڻ کي
هيو ڦالي پوي جيڪي اي يارو مان ڏسان ٿو
شاباس نه هجي منهنجي انهيءَ صبر ڪرڻ کي
دلدار سڄڻ يار بنان ڪهڙو جيئڻ آ
اي "دادنا" مان باه ڏيان اهڙي جيئڻ کي

## خدا ڪري

مون ڪري جو حيا ڪري ڪوئي
منهن جي دک جي دوا ڪري ڪوئي
جيئن مجبور مان ٿي هيو آهيان
تيئن نه ٿي پئي خدا ڪري ڪوئي

هر ڪو عيبن ۾ پيو پريو آهي
ڪونه ڪنهن جي گلا ڪري ڪوئي
هن جيئڻ ڪان مري وڃان "دادن"
مونکي اهڙي دعا ڪري ڪوئي .

## انسان آيو آهي

انسان آيو آهي شرافت جي واسطي
انسان آيو آ نه بغاوت جي واسطي
انسان عادي آهي خرابت جي واسطي
الله پاڪ آهي عنايت جي واسطي
آ انتظام جنگ قيامت جي واسطي
آ انتظار عام اِمامت جي واسطي
اميد ڪهڙي ڪنهن ۾ ڪيون هر ڪو "دادنا"
ويئو ڪنهون آ پاڪي حجامت جي واسطي

## ڪم هوندو

ههڙو ڪنهن کي به نه مون جهڙو الم غم هوندو
پر جي هوندو ڪنهين کي ته مونکان ڪم هوندو
ڏند ڏسبا ڇا انهي جا ڇا اڏاوت ڏسبي
جنهن جو معلوم نه ڪي هوندي اگر ڇم هوندو
عمر ساري نه ڪلڻ جي نه خوشي جي هوندي
مونکي محبوب رنل جو رکيو ماتم هوندو

ڪوئي تو ياري رکي ڪنهن سان اوئين اج "دادن"
جي رکي تو نه ضرور اڳلي ۾ ڪوڪم هوندو

## دلبر ڪپي

پيو نه ڪجهه مونکي ڪپي هڪ داد گر دلبر ڪپي
شاهه خوبـان شعله رو بس حسـن جو پـرور ڪپي
تو ڪپي دلبر خلاصو پيو نتو ڏمچر ڪپي
شهر آبادي ڪان مونکي ڪوهه صحرا بر ڪپي
دل چوي ٿي يار ڏي اڏري وڃان جيڪر شتاب
پر اڏامڻ واسطي تو مرغ دل کي پر ڪپي
خانصاحب کي خدا جي نالي تي ووٽر ڪپي
پيچ پچان جي واسطي ڏڪڙو بگي موٽر ڪپي
تون پلي ۾ زاهد پڙهه وڃي فرض نماز
مونکي سجده واسطي "دادن" سڄڻ جو در ڪپي

## جفا نه ڪر

اظهار راز عشق جو اي دلربا نه ڪر
مون باوفا سان يار تون جور و جفا نه ڪر
ڏي منهن جي دل جي بدلي ۾ دل پنهنجي دلربا
ايماندار ٿي ڪري اهڙي دغا نه ڪر
چا تو چوين نه آهيان اشاري جو منتظر
او بدگمان اهڙي تون مونکي دعا نه ڪر

صدمو جدائي جو نہ سهان تو اي همنشين
هڪڙي گهڙي بہ پاڻ کان مونکي جدا نہ ڪر
وجهہ هار تون گان جو گلي ۾ تون غير کي
"دادن" جي دل جي شيشي تي پٿر ڦٽا نہ ڪر

## موکو منتظر

مسر محبت ملڪ ۾ سر مرد مرڪي ميٽ مر
مچ مچائي مچ مدامي مرد ميدان مئون ۾ ور
مام معني موج منصوي مڙئي مَن ۾ مقيم
مونجهہ منجهہ موجهو ۾ منجهہ مل مونجهہ جو ماري مچر
رملت موٽڻ مرڪ مردن مردن رملت موٽڻ ۾ مرڪ
ماڻ مانجهي مگ موڻاني تي ۾ موکو منتظر
"دادنا" مهندار مطلب مون مليو مطلوب مان
مٺ ملي مٺ خاني مان مئي نوش مرڪمو منتشر

## مچڻ گهرجي

تجي عاشق تہ سر کارو خواري جو کڻڻ گهرجي
لٿي لوڙهو سلامت جو ٽپو ڏيئي لٽڻ گهرجي
تجي بي سر ڏجي پو سر نہ ڏسجي ڪنهن نصيحت کي
ڪشالو قرب وارن لئہ چوڻ ڪهڙو ڪرڻ گهرجي
اگر ڪنهن جاء تي ويچار واري گفتگو ڪائي
ڪچهري ۾ ڪجي پنهنجي تہ بڻي حي يي ۾ آڻ گهرجي

جتي الفت صداقت ۽ محبت ناه ڪنهن منهن جي
تہ آزي سان اتهون پتهنجي پڙي ساجهر پٽ گهرجي
خدا چائي سوري زندگي ۾ " دادنا " مونکي
نہ گهرجي دور دنيا جو فقط هڪڙو سڄڻ گهرجي

## خال ڪارو آ

سوا صورت سڄاڻ جو اجايو سير سارو آ
مگر هن مام مخفي جو مسئلو سخت يارو آ
لهي رخ پاڪ تي بيٺو غلاڻي زلف جو پردو
سنڌي مان سينڌ جي بس باب بيت الله وارو آ
ڪري بئي چشم چاندوڪيون برن قنڊيل ڪعبي ۾
هجر اسود عجب لب لال وارو خال ڪارو آ
بدانس درميان ابرن جي سجده گاهہ ثابت ڏس
ادا آت فرض ٿيندو سمجهہ هي اونهو اشارو آ.
خيالي سر پرستي جو درست تي درس پڙهہ "دادن
نفي اثبات جو جنهن مٿون نظر آيو نظارو آ

## مزو پائي نہ آ

کهور گهائيندڙ اکين جي تيز تر شائي نہ آ
تنهن ڪري تصوير جانان جي مون چپرائي نہ آ
بي تہ گڻ آغوش جي ڪجهہ سمجهہ ۾ آئي نہ آ
بند هڪ رفتار پيو گفتار گهرائي نہ آ

بت پرستي مذهب اسلام ۾ آئي نہ آ
بت پرستي آ و ليڪن حق پرستائي نہ آ
مون اکيان صورت سندس موجود آ پيائي نہ آ
" دادنا " بي جان مورت جو مزو پائي نہ آ

## بيت

مزو نہ رهيو ملڪ ۾ ڪاهي پيو رڪن
ماڻهو ٿيو جن، جن نہ رهيو جوهہ ۾

## هوا ۾ هوا ٿيو

حيرت سان ڏسان ٿو تہ زماني کي ڇا ٿي ويو
پٽ ڪڙي بيءُ جا بخت پنهي جو جدا ٿيو
ڪڙو وڃي ٿيو شاهہ تہ ڪڙو گدا ٿيو
بيمار عشق جو نہ ٿيو ڪنهن علاج سان
عيسيٰ وٽان بي مولي وري لا دوا ٿيو
جلوہ حسين ناگهان اي " دادنا " ڏسي
ڪلم هي منهنجو هوش هوا ۾ هوا ٿيو

## اقرار ايندي ويندي

دلبر ڪئي آ مونسان گفتار ايندي ويندي
سهٽي ڏٺي سندس مون رفتار ايندي ويندي
اکڙيون جڏهن کنيائين بي وس تڏهن ڪيائين
ابرن سندي هنيائين تلوار ايندي ويندي

لالي هٿي لبن تــــي حيران ڪيئين حسن تـــي
چوڙي چڏيائين ڪلهن تي سڀ وار ايندي ويندي
* دادن * سچن سندا هي تـورا ڪـکهي نـه لاهي
ڏئي ويو وصل جـا آهي اقرار ايندي ويندي

## ڏر نه ترسائجي

ڀريان ڇنجي تو ته جيڪر دل نه ڪنهن سان لائجي

١- پر وجي ڏو پاڻ پهنجو پاٺهي ڦاسائجي
٢- ڪوشش ڪري اوکي جڳهه تي اک وڃي اٽڪائجي
٣- عشق بازي ڪان نه مڙجي توڙي صدمو کائجي
٤- اوستي فرهاد جان ڪنهن ڪوه جو ڪم لاهجي
٥- يا ته ڪو مجنون وانگر بــر وڏو برسائجي
٦- دادنا سر ڪجي صدقي سچڻ تان ڏر نه هڪ ترسائجي

## نه ڏيو

دل غضب ۾ وڻي هلي بس داد دل جو ڪو نه ڏيو
دوستو اهڙي جيئڻ کان موت منهنجو چو نه ٿيو
سک ڦٽائجي ڏک پرايم واهه جو سودو ڪيم
جو مون پنهنجو پاڻيو تي ڇا ڪٿون منهه جو سو نه ڏيو
عــام چوٿي آه ميندي زور جي لڳٿي نه آ
رنج جو ڪنهن سان ملڻ ڇهڙو ڏيو تهڙو نه ڏيو

يار جي خاطر اسانجو سر ويو تان سـون ٿيو
هيڏي قرباني منجهان ٻي داد "دادن" جو نه ٿيو

## ٺاٺي ڪوٽ ۾

سڀ ڪجهه هلي رهيو آ شرافت جي اوٽ ۾
آخر عيوض انهيءَ جو خراب آهي موٽ ۾.
پدمن جي هوندي ڪنهن جي ٻي پوري نٿي پوي
پورو آ هرڪو سـوٽ ۽ نيڪ ٺاٺي ڪوٽ ۾
اڳ سڀ ڪنهين جي ڏهين ڪلي ويندي "دادنا"
ماڻهوءَ کي لڳندو موت جو ڏڪ جڏهن چوٽ ۾

## ٻهانو ٿيو

آهيان تير نظـر جو نشانو ٿيو
اڪ اڪ سان ملڻ جو ٻهانو ٿيو

١- وٺي رخصت جڏهن هو روانو ٿيو
مون لئه ظلمت سڄو هي زمانو ٿيو

٢- منهن جي دل جو چمن ٻي ويرانو ٿيو
آهي آتش ڪده آشيانو ٿيو.

٣- وڃهي پاڇو پري وانگي گم ٿي ويو
جنهنجي سر ڪان هي دادن ديوانو ٿيو

## ڪو ڪتي رهيو آ ڪو ڪٿي رهيو آ

هن دل جا يار هزار ڪيم ڪو ڪٿي رهيو ڪو
ڪٿي رهيو
ڪي ڪوڙا ڪيم ڪي سچار ڪيم ڪو ڪٿي رهيو
ڪو ڪٿي رهيو

١- ڪن سان راتيون مهينا سال سجا گڏ ويهي ڳکهي
گفتار ڪيم
ڪن سان هلندي گاليهون پرچاو ڪيم ڪو ڪٿي
رهيو ڪو ڪٿي رهيو

٢- ڪن جا طعنا سٺم ڪن جا طعنا سٺم ڪن جا
مهڻا لک هزار سٺم
ڪو نہ پنهنجي ڪنهن تي ميار ڪيم ڪو ڪٿي
رهيو ڪو ڪٿي رهيو

٣- اي "دادن" ناحق دل جو وڃي اڻچاڻن سان
واپار ڪيم
اگ پوءِ جي ڪانہ سنڀار ڪيم ڪو ڪٿي رهيو
ڪو ڪٿي رهيو.

## ويسہ وڃائهن ٿو

ڇيم دلبر مون کان ڇا جي ڪري منهن کي لڪائين ٿو
ڇيائين گـــوڙ ڇڏ ناحق اجائي مـــار ڪائين ٿـو
ڇيم اي بي رحم تو لئہ خـدا ڇاڻي مري ويندس
ڇهائين مر پلي جان مر مونکي ڇڻي ڇا پڏائين ٿو

چيم توتي خدا وٽ مان ڪندس فرياد قيامت ۾
چيائين ڏي پلي جان ڏي پنهنجو ويسه وڃائين ٿو.
چيم درويش "دادن" سان ملڻ واري ڪندين ڪڏهين
چيائين تان ڏسي رهجي پڇي پڪ چو چمائين ٿو.

## دادن بهاري نه رک

دغاباز سان دل دوباري نه رک
محبت ۾ نقصان واري نه رک
خزاني سندو خرچ پاري نه رک
اگر ڪار ڏارين ته لاري نه رک
دلي دوست پنهنجو جواري نه رک
بچائين فصل چور هاري نه رک
ميان تي مٿي تــي تغاري نه رک
جي چانگي سان مارين ته چاري نه رک
دلاسن تي "دادن" بهاري نــه رک
ڏکيو سر جو واپار جاري نه رک

## ڪرامت ميربحر واري حضرت مرشد دستگير شيخ عبدالقادر جيلاني رحمت الله عليه

هر مشڪل لئي اڪثر سخي شاه جيلاني جوان چوان

١ــ ميربحر تي مريد پوڪاريو ـ سير ۾ جنهن تي سيد
ڪي ماريو

منهنجي واهر ڪر وزير- تنهنجي در تي امن امان چوان

۲- نماز پڙهندي هٿ ڪي واڌايئين- عرض عرضدارن جو اگهايئين

دلشاد ٿيو دلگير- جنهن جي مشڪل تي آسان چوان

۳- ملا چيو هيءَ نماز نه آهي- عرش ڏي شاهه چڙيو اچلائي

جهلي عيسيٰ چيس ٿيءَ ڌير- اهيا نماز صحيح وڏ شان چوان

۴- وري پي آيو انڪار ڪيائين- شاهه اماڻيس خواجه تائين

ساکي تنهن به ڏنس تدبير- جيڪو سمنڊ سندو سلطان چوان

۵- ڪين مڃيائين وري پي هليو ويو- بهشت جي در تي داخل وڃي ٿيو

رضوان چيس اخير- مڃ جلد جو پير پيران چوان

۶- ائين ڪندي الي واري مائي- دانهن ڪٿي دربار م آئي

منهنجي واهر ڪر وزير- تنهنجي در تي امن امان چوان

۷- ميربحر آيو پير چميائين- نذر هزار دينار رکيائين

ڪٿي پنهنجي هٿن سان پير- ڏنو مائي ڪي سو دان چوان

٨- ملا ڏسي حيران اٿي ٿيو - شاھ مجي سو پيرين اچي پيو

ٿاھيو "دادن" خاص نذير - پر نيڪ عجيب پر ڏيان چوان

## يار جا طالب

هجي ها سير جي بر ۾ ته بر ييي باغ چاٽان هان
چريو هوس چا نه جو اھڙي عنايت ڪي سڃاڻان هان
ڪٿي قاصد ويو منھنجو سنيھو يار سھڻي ڏي
مگر واپس وراڻن ۾ وڙھڻ جھـــڙا وراڻا هان
اھو ييي ڪو زمانو ھو سيراندي طول جي بدران
ٻئي ٻانھون حسينن جون وچئون ڪنڌجي وھاڻان هان
جمال يار جا طالب نه مان هڪ مون سنوان ڪيئي
موين بيٺا سندس در تي نمايون ڪنڌ نماڻا هان
ڪنھين سانگي مسافر آھيون هتڙي دنيا ۾ نه ته
اسانجا عرش اعظم تي تڏي ڪان ٿاڪ ٿاڻان هان
پڇي تو ڪان ڪٿي جيڪو ته ان کي چئه اٿين "دادن"
آ ڪھڙو ڪم فقيرن جو فلاڻان يا فلاڻان هان

## دوست جو ديدار ڪافي آ

تبر جي وار کان بھتر زبان جو وار ڪافي آ
سياڻي کي اشارو ۽ چرڻي کي نار ڪافي آ

دوا امراض منهنجي جي وصال يار ڪافي آ
دوا چاهي دوا ڪئون دوست جو ديدار ڪافي آ
خدا پيو موت منهنجي ڪان اچا پئدا ڪندو ڪهڙو
منهنجو ٿي منهن جي مارڻ واسطي دلدار ڪافي آ
وڃي چئه اي صبا دلبر کي پيو غم ڏي نه جو اڳي
اسانکي هڪ ٿي تنهنجي عشق جو آزار ڪافي آ
متان سوني يا هيري جو ڪري تڪليف گردن تي
گلن جو تنهن ڪري گلروء کي هلڪو هار ڪافي آ
قيامت ۾ تہ ضامن واحدالقهار وٽ منهجو
منهنجو حضرت محمد مصطفيٰ سردار ڪافي آ.
ڪٿي پيا بار ڪهڙا مان سگهان "دادن" جو اڳي ٿي
مونکي پنهن جي تري تي پنهنجي سر جو بار ڪافي آ

## ڪلام دادن

صنم جي زلف پيچان کي سياهه مار تو چئجي
تکو خنجر ڪن ابرن جو عزيزو وار تو چئجي
قسم اي دوستو آهي مقابل روء ميگان جي
چوان چا تير جو پيڪان پيءِ بيڪار تو چئجي
اکين ۾ يار جي الله جو اسرار تو چئجي
سندس جي واسطي عاشق پڌو ۽ پار تو چئجي

دهن دلدار منهنجي جو شڪر گفتار ٿو چئجي
اکيان دم دم جي نيلم هيرو چمڪدار ٿو چئجي
لبِ احمر کان گهٽ بس لائق گلزار ٿو چئجي
حسينن جي مٿان منهنجو مچڻ سردار ٿو چئجي
مگر زنجير گردن تي گلن جو هار ٿو چئجي
قمر باريڪ تي وارن ڏکهن جو بار ٿو چئجي
پلو ٻئي پار ڪن "دادن" پرين جو پار ٿو چئجي
اچي جو ڪم ٿو اوکي ۾ انهيءَ کي يار ٿو چئجي

## دادن سونارو

اچوکي ڏينهن ۾ ڏيو ڏنو مون يار کي يارو
مگر افسوس آيو ڪين منهنجو دوست دل وارو
سوا ديدار دلبر جي چلي ٿو ڪين ڪي چارو
ڪري پنهنجو اسانجي گهر ۾ ايندو قرب ڪوهيارو

نہ آهي ذات تائين ڏات جنهن کي ڏئي ڏٺي منهنجو
افعالن جي ڪري سهٽي کان وڌ آ لک دفعا ڪارو

عجيبن جي ڪيو الفت اندر ۾ آهہ اوتارو
خبر هوندي انهيءَ کي جيڪو ڦاٿو هوندو مون پارو

سچي سڪ جنهن کي آهي سوئي تيندو آه سوپارو
مٺو بلڪل مٿن ماڻهن جي هٿ جو ڪٿو ڪارو

پنهنجي محبوب جو عاشق مان نالي آهيان "دادن"
سڏن درويش ٿا ڪي ۽ سڏن ٿا ڪي ته سونارو

## ميخار ڇا ڄاڻي

مزو زاهد جي تقويٰ زهد جو مئي خار ڇا ڄاڻي
تواضع خلق مان تهڙي طرح دلدار ڇا ڄاڻي

## اهلِ دل و نگي

سرِ بازار ٿي سنجان زاهد اهلِ دل وانگي
ملو مانڍون درِ گردن وجهي زنار ڇا ڄاڻي

١- گهڻا حڪماءَ صاحب جي ويا منهنجي ڏسي حالت
دوا مان دلربا جي درد جو بيمار ڇا ڄاڻي

٢- ڪتي جو لوهه جنهن کي لوهه جي آهي شناسائي
سڃاڻپ سون جي مان ئي ڀلا لوهار ڇا ڄاڻي

٣- اسان صوفي صفا دل اهل دل دم ساڻ گم "دادن"
اسانجو عام رندن کانسواءِ اسرار ڇا ڄاڻي

## قدرت جي جوڙ آ

ديد کانسواءِ نه ڪنهن شيءَ جي لوڙ آ
ڏاڍي وڏي اندر ۾ وڇوڙي ولوڙ آ
ساجن سواءِ ساهه کي سڪرات سوڙهه آ
ساري بدن ۾ سور جي پيچ ۽ پروڙ آ

قصہء دراز درد بـڌي ڪين ڪي سڪهيو
همراز ٻيي خفا ٿيو قـــدرت جي جـوڙ آ
ڪهڙيون بہ آفتون لٿي سر جي مٿان پون
پر شرم ۽ حياءَ جي ڪير منهن جي موڙ آ
ڪنهن ڪي ٻڌايان حال اندر جو اي "دادنا"
هرهڪ آ زخم سيني ۾ جڻ هر جي اوڙ آ

## سک کهڙا مان ماريندس

دم هوندس جو جبرو توکي نہ وساريندس
ڪنڌ هيٺ ڪيون وتندس پٺي ڏي نہ نهاريندس
گل پائي پٺي ٻانهون روئي سر ۾ وجهاڻ تو رئي
ڪل ڪانہ اها ڪا پئي هلي حاج عثن مان وئي
تو چا ڪان جدائي ڪئي سک ڪهڙا مان ساريندس
ڏس يار ڪڏهن ايندين ڪهڙي مهل ملي ويندين
اها جاء تہ ڏس ڍوليا جتي رات ڪٽو ٽيندس
ايندي نال وٺي ويندين نہ تہ پاڻ کي ماريندس.
تنهنجي در جو ڪتو ڪارو سويي مونکي آهي پيارو
ڪا ٿي ماس منهن جو سارو جنهن جو پونڪڻ سر وارو
چوي " دادن " ويچارو هٿ ڪين آلاريندس

## نهنگر ڏو ياد پئي

مدت کان بعد اڄ وري دلبر تو ياد پئي
بي اختيار شـــوخ ستمگر تـــو يـاد پئي

بي اختياري چاهي هو هر هر ٿو ياد پئي
بي داد گي ۾ دل جو هو پٽر ٿو ياد پئي
سالن ڇهن جو با وفا ڇوڪر ٿو ياد پئي
جو نئيو هيو نپاپا سو نينگر ٿو ياد پئي
پرين جي در جو ڪتو پنيهر ٿو ياد پئي
هيڪر ٿو ياد پئي وري ٻيهر ٿو ياد پئي
هن شوخ جي زبان مبارڪ منجهان چئو
هت هت ٿو ياد پئيم ۽ مر مر ٿو ياد پئي
آهي قسم خدا جو اي "دادن" غريب سان
دل ڪين ٿي لڳي ۽ نونگر ٿو ياد پئي

## آ گهر پنهنجو

دنيا ۾ اچا تائين سڪيو آهي سفر پنهنجو
لا تقنطو من رحمت الله آ ثمر پنهنجو .
ڪنهن مجلس يا ميل ۾ گڏ پاڻ سان ڪا ٿهن
سنگت ۾ وس ڪئي هوندو نہ سنگتي بي خبر پنهنجو
صفا دل آهي نہ آهي غير دل ۾ تنهن ڪري تڏهين
گذاريون ٿا ائين هر جاءِ جيئن هوندو آ گهر پنهنجو
سچائي ۽ صفائي جي ڪري جائي شهر جنهن ۾
وڃون ٿا جت اهوئي آ شهر پنهنجو
جڏهن خود پاڻ آهيون نياز نوڙت قرب جا ڪوڏيا
تہ ٻيو ڪو بہ سبب دشمن نہ ٿيندو هت بشر پنهنجو

ڪٿي انسان عيش ۾ غرق هوندو تہ ڀي ٻئن تي
ڪندو پيو ٺوڪبازي ڪين جاچيندو اندر پنهنجو
نٿا سمجهون زماني زيب ور جي زيب ڪي باقي
ڏسي حيران ٿينداسين ڪڏهن پويون پهر پنهجو
وڏاري واقفيت جي واسطي ٻئي ملڪ ڏي "دادن"
ڇڏي ٿو ڪين ڪي ڪاڏهن سچو آباد تر پنهنجو

## چمن جو آشيانو

ڏسان تنگ ڏاڍو ٿيو سارو زمانو
ٻڌايان ڇا کولي سچو داستانو
عدالت آ ورلي مگر غام نا هي
وڏي ڪوڙ جو ويو آ هر جا بهانو
ڪميڻن جي بهتر آڏي آبروئي
هٽي ٿو شريفن کي هر ڪوئي طعنو
ڪريمان گلستان پڙهي جي جڏهن ڪو
سڏائي مگر مولوي ٿو يگانو
ٻڌم بلبلين جون جتي باتيون ٿي
اتي ٿي چمن جو ويو آشيانو
متن ماڻن مئون مٿي وئي ڇڏائي
نہ چاچو نہ مامو نہ ڏاڏو نہ نانو

خدا کان سوا خوف ڪنهنجو نه "دادن"
پلي سچ ۾ ڪنهن جو ڦري ڪارخانو

## نه تو سمجهو نه مون سمجهو

ڪيوسين سر جو سودو پر نه تو سمجهو نه مون سمجهو
مزو الفت جو اي دلبر نه تو سمجهو نه مون سمجهو
عبث نڪري پيو آخري نتيجو دل لڳائڻ جو
پچاڙي تائين شعله گر نه تو سمجهو نه مون سمجهو
عجب آهي پرن هوندي پرن وارا ويا رهجي
ڪري پرواز ويا بي پر نه تو سمجهو نه مون سمجهو
حڪم موجب حقيقت جي ڏکي ڏاڪڻ مجاز آهي
مٿو نوڪي ۽ مون کي ڍر نه تو سمجهو نه مون سمجهو
پلا لا غرض بي پرواهه ڏاڍا يار "دادن" جا
پرين پيارا پري پيڪر نه تو سمجهو نه مون سمجهو

## مسجد سونهاري جو

مان خادم آهيان سارو خدا جي خلق ساري جو
اٿم رستو نه ڪي تو ڙي وڏي مان قربداري جو
اي منهنجا دوست تون ڇا واسطي پابند ٿيو آهين
گذر آهي مزو دنيا ڪميڻي پوت ڪاري جو
اچي ويجهو ٿيو ٿئي وقت سايو ڪر سواري جو
سنڀاليندي ميٺي ڳالهيون پڏي پيغام ماري جو

ادا مسلم چو توکان وسري کم ويو ديناري جو
وڃين پاسو نہ ٿو افسوس مسجد سونهاري جو
نہ ٿي گمراهہ ڪڻ ڪجهہ پاڻ سان توشو تياري جو
شڪار آهين ٿيو شيطان جي چو يار ياري جو
جواني پنهنجي مولا کي ڏئي مان سرخرو ٿيندس
سجهي "دادن" پچاڙي ٿو اٿانڪو بار باري جو.

## گلڻ وارا ڪڏهن ايندا

سچي ڪر اي ادا قاصد اچڻ وارا ڪڏهن ايندا
مريض عشق کان پيارا پڇڻ وارا ڪڏهن ايندا
سراسر چاڪ سيني جا سبڻ وارا ڪڏهن ايندا
دلاسو درد وارن کي ڏيڻ وارا ڪڏهن ايندا
سپاجها خوش طبع ماڻهو کلڻ وارا ڪڏهن ايندا
گهڻي مدت کان وڇڙي سان ملڻ وارا ڪڏهن ايندا
اتر وارا ڪڏهن ايندا ڏکڻ وارا ڪڏهن ايندا
علڻ وارا ڪڏهن ايندا گلڻ وارا ڪڏهن ايندا
قريب الموت ٿي محبوب پيو مان آهيان "دادن"
اگڻ منهنجي پرين پيارا گهمڻ وارا ڪڏهن ايندا

## دل جو اسير آهيان

دنيا ۾ چند گهڙيون باقي اسير آهيان
ٿورو ڪو وقت هاڻي زنده اخير آهيان

مارڻ کان اگھ ماريو مان خوف ۾ قدير آهيان
تندرست مان نہ آهيان ضعيف ۽ ظهير آهيان
اڄڪلھ جي دوستن کان بلڪل سڌير آهيان
ڳالهين ڳهير ناهيان مان يڪ ضمير آهيان
سڄڻن جي واسطي چڻ مان کنڊ کير آهيان
دشمن جي دل ۾ ڪان ۽ مثل تير آهيان
شاهين آهيان مونکي گهرجي نہ آشيانو
هڪ جاء منهنجي ناهي ٻي گهر سفير آهيان
محتاج ڪنهنجو ناهيان الله کان سوا مان
مفلس مان آهيان ليڪن دل جو امير آهيان
گولي وجهان وڏا ڪي مالهو مان جيل اندر
پر مان وزير ناهيان "دادن" فقير آهيان

## ڏسي ستار کي

ڏينهن تي آهن ويا ڏاڍا ڏني دلدار کي
واسطي دلبر جي پنهنجي مون ڇڏيو گهر ٻار کي
ڪين طاقت آهہ ابرن جي اکيان اوزار کي
سيف کي خنجر کي ڪريان تيغ جوهر دار کي
ڇا ڏسي مان ڇا ڏسان اڄ دوست جي اي دوستو
هار کي سينگار کي رفتار کي گفتار کي

ڪير پي هوندو پريشان جي نه ٿيندو جي ڪڏهن
منهن جي اڪرين ساڻ جي منهن جي ڏسي منثار ڪي

دل جي مرضي دل جنهن سان پنهنجي مرضي تي لڳي
دل ڏسي تي ڪين ڪي نادار ڪي زردار ڪي

سرو ڪان وڌ قد سچڻ جو سر بسر سهڻو وري
مار زلفن جو ويو ماري سياهي مار ڪي

ساڳي اڪ ۽ ساڳي سرمي مونکي اڄ ماري وڌو
ڪو عجي جو هي خبر جلدي ڏئي دلدار ڪي

منهن جو هي نازڪ نياپو باادب قاصد وڃي
جيئن چئي منهن جي زبان تئين شل چئي ڪو يار کي

هي وڏي ارمان جوڳي ڳالهه "دادن" آه جو
ڌو وڃان ويجهو ڪٿي تو هٿ وجهي تلوار ڪي

## ڪلام دادن

نه مر بي خبر تي دنيا دم گذر ٿئي
گهڙي لاءِ گهر ٿئي نه نولي نڪر ٿئي
مڪر هڪ مڪر ٿئي قبر ٿئي حشر ٿئي
جتي صرف سر ٿئي نه مادر پدر ٿئي
هي طلسم جو مارو ئي سنسار ٿئي
وڃي وقت تو جلد هوشيار ٿئي

تون راضي خدا ڪر خدا جي ثنا ڪر
نه ڪائي خطا ڪر پڇئي ڳر نه ڇا ڪر
غمن کي غذا ڪر ڪا حاصل بقا ڪر
سچن تي سخا ڪر ڪا همت حيا ڪر
تون مظهر جو اظهر آن اظهار ٿي
وڃي وقت ٿو جلد هوشيار ٿيءُ

ايندئي ماڪ ماري ڪندئي پيرُ پاڙي
ويندئي سگهه ساري ڪندي زور زاري
عبادت ڪان عازي جلد ڪر تياري
زماني سان ياري نه رک پائيداري
اڳيان ويل واري قبر آه ڪاري
نه مر بي خبر ٿي خبردار ٿيءُ

هي "دادن" زمانو آ باطل بهانو
ٿي ويندو ويرانو نه رهندو نشانو
نه دم آبدانو نه ڪم ڪارخانو
ٿي جا ڳي جوانو نه ڪي خوب خانو
ڪري نفس کي نا هه نروار ٿيءُ
منجهان ننڊ غفلت جي بيدار ٿيءُ

## کهڙو حجاب

منهنجا مٺا اوهان لاءِ دلڙي ڪباب آهي
رڳ رڳ ۾ راتيان ڏينهان تنهنجو رباب آهي

ڪاغذ لکيم مٺا مل، ورندو مليو نہ مشڪل
ارمان خط ۾ بلڪل ڏاڍو جواب آهي.
ليڪن تڪيندي تارا گذري تي رات پيارا
تي موم دل خدارا ڏاڍو عذاب آهي.
”دادن“ چوي ثنا ڪر آيو هلي اوهان در
درويش ڪان اي دلبر ڪهڙو حجاب آهي

## نينهن لائيندو نہ ڪر

سور وارن کي سڄڻ سائين ستائيندو نہ ڪر
درد ۾ دل درد وارن جي دکائيندو نہ ڪر

جوش جهل خاموش رهہ، وڃ سر اڇهو حاضر حبيب
ڪر قتل ڪڻ تيغ خنجر ڇٽي پڏائيندو نہ ڪر

خون منهنجي مٺون پاڻي هٿ لال ڪر پنهنجا پرين
مون ڪسڻ آهي قبوليو آزمائيندو نہ ڪر

سڀ مٺي صورت پرستي جي مزي ۾ ”دادنا“
تي سگهي تان سور سهہ نہ تہ نينهن لائيندو نہ ڪر

## بيت

منهين ناهي مارئي بندي آهي بند
پهنواريءَ پسند- سگ نہ تيو سومري

## ڪافي- سارنگ

عمر مون کي سانگي سيارينداهوندا.
نماڻيءَ جون راهون نهارينداهوندا.
مرزي ساڻ پيا مال چارينداهوندا.
پنهنجي پاس گڏجي گذارينداهوندا.
آني جو اباڻا ڏٿن کي تڙن تي
پلر پاڪ پالي پيارينداهوندا.
ڪنڌا چا تو حاڪم کي مسڪين ماٺهو
خدا پنهنجي کي بس پڪارينداهوندا.
ڪندا ياد هوندا مون ناقص کي "دادن"
نه وارث ولهي کي سارينداهوندا.

## ڪافي

رئي سنگهارن رات- هيئن نه پوي مون کي هت هيڪاندي
عمر انهن لئي نيڻ ٽمن ٿا- پنهوارن جا پور پون ٿا
وائي سندن ٽم وات- ڪيئن ڪريان آهيان بي وس باندي
هي کهه کائڻ ڪاچ خوراڪون- ڪين وڻن پتدار پوشاڪون
مال محل محلات- پن تنهنجا زر زينور چاندي
لوئي چڏي پٽ ريشم پائڻ- سون تي پنهنجا سيڻ مٽائڻ
مرڪ نه مارن ذات- ريت سندن ماڻيهه سهاندي
جا ڪون لڏيم ڪيت سين لاڏون- ڏاڪون "دادن" ڏيب ڏنائون
ڏاج ڏ کن جي ڏات- ورهيه ڪان آهيان وار نه واندي

## ڪافي - مارئي

اڏر ڪانگل ستت ساري سنيهو ڏي سنگهارن کي
چوان مان جيئن وچي چئو تمئن الله لڳ ڏر ڏنارن کي
اگڻ تي ڪولي ڪنيڙيون چئج ڪانگل ڇهنبڙي چوري
سيئي منهنجي سورن جون ڳجهيون ڳالهيون ڳنوارن کي
انيـن چئجانءِ مارن کي مرڻ تي مارئي آهي
سندس تہ بہ ماہ ساري ٿو اوهان پيڪن پيارن کي
اڏائي تو سان گڏ جيڪر هلان مان پيي اباڻن ڏي
وساري ڪيئن هت ويهان ولهارن ويڙ وارن کي
ڏنمان تـي خواب اهڙا روز چـڻ آهيان اباڻن ۾
سين سرتين سان گڏ تـي ڏنمان لوڏيان ليارن کي
قضا قسمت ڪيو قابو ڪرين نہ تہ ظلم چا ظالم
غريب آهن گهٽوئي آه ڏک ڏوتين ڏکارن کي
چوان چا چو تہ آيا چونہ منهنجي سڌ لڌي سانگين
اي ”دادن“ آ ميار اهڙي نہ مارن بي ميارن کي

## ڪلام مارئي

ڳجهون ڳوٺ منهنجون ڳنوارن سان ڳالهيون
پنن پاس گڏ پاڻ ۾ جام جاليون
ڏوٿي ڏت ڏهاڙي ڪائي خوش گذارن
ڏليلا ڏٺن کي تـڙن تي تنوارن
وهاڻان تي تن لئي نيئي نير ناليون

مون مارئي لئي ٿر ۾ اداسي اباڻان
ڏسن ڪوهه تي پيـر منهنجا پراڻان
هلن جن جون هر جاءِ نيڪمون نرالوون
عمر دل اسان جـي غريبيءَ گـذر سان
مريڙي مٺي موٽ ليارن للـر سـان
پسيون پاڪ پيرون پٽي پيٽ پاليـون
ڏوتيڙن جي "دادن" ڪيو ڏک ڏکارو
ڪيان صدقي سانگين ٿئون سر ساه سارو
روان روز سانيهه سرتيـون سنياليون

## ڪلام مارئي سر پهاڙي

ڪيئن ڪيان مان مارئي مٽ پکن ماڙيون عمر ڙي ادا
ڪٿي هليون سپ ڪوه تي سرتيون سر ساڙهيون عمر ڙي ادا
وڻ جون اج ويڙ ڏي تو رعد ڪري راڙيون عمر ڙي ادا
پيٽن تي چو ڪيئن پلجي پيون تـو جهڙيون ڏاڙهيون
عمر ڙي ادا
ديسين جا "دادن" چوي تـا سور وجـن ساڙيون
عمر ڙي ادا

## راڳهون عمر مارئي

مارئي ملڪ ملير ۾ تي پيـدا پالڻيءَ گهر
سهڻي وقت سياهُ مان سـا نـاز پڙي نينگر

ماڏوئي سنڌس ماءُ هئي نالي نشابر
ڪيس منگايو ڪيت سين پٺهس چڱيءَ پر
سنگهاريءَ جي سونهن جا ها پري پٽن پر
هاڪ ڪيائي حسن جي ٽريلهائي ٽر
نالي ڦوڳ نوڪري ۾ پٽي پليو پالٽي در
تنهن هڪڙي ڏينهن همت جهلي بنا خوف خطر
پالٽي کي پنهنجي منهن وجي آئين اوت اندر
سنگ ڏي مونکي سڪ سان تون نهڪرنانهن نه ڪر
پالٽي چيس پانهجو تون ڏيان مٿا ڪو ڏر
ور ڪٿي پيچ ويڙ مٿون متان چڙهين ويڙيچن ور
پٺو تون پنڌ پڌر – رهه نه اسان جي راڄ ۾

**بيت**

ڦڪو تڏهين ڦوڳ تي پڳو گام پري
سندس دل ۾ سـاڙ جو پيو پيٽو ٻٽ ٻري
مٿو پنهنجي من ۾ پيو مارئي ڪاڻ مري
چغليءَ وارو چت ۾ هيءَ ڏونو ڏيان ڏري
پهتو پنـڌ ڪري اچي عمر ڪوٽ ۾

**بيت**

سـڏو عمـر ڪوٽ ۾ عمر وٽ آيو
حال مارئي جي حسن جو ٻن مارو سڻايو

مطلب ته سنڌ سومري ٿي ظالم فرمايو
ته مياڻ موت مليرڏي ڪر مُاڇهر ٿي سايو
جهيڙي جنگ فساد کان اوهين آجائي آهيو
تيرو چڻي آئن تي چڙهيو سالم سوايو
وئي خبر پئي ڦوڳ کي تڙ سومرو سڏايو
آئن نيٺ امير کي نئين پٽ ۾ پهچايو

## بيت

پر ڪوهه اهو جنهن ڪوه تي هئي وسند نه ويڄهاڻي
پرڻ ايندي هئي پونگن کان جت پالڻيءَ ڏي پاڻي
انهيءَ ڏينهن اويل جو اتي نسد مٿون نماڻي
ساهيڙيءَ کي ساڻ ڪري ڪٺي ساڙهي سڏاڻي
ڪوندي آئي ڪوهه تي سا جهٽ پٽ جهانگياڻي
اِتي ڦوڳ سڄاڻي سومري سين ڪيدي هن پر ڪهاڻي
نه سائين اها اٺيئي مارئي ڪڻ ڏس نه ڏسر هاڻي
تڏهن عمر ڪٺي ڪئي آٺ تي سوگهي سانگياڻي
باقي سنگتياڻي ـ ماتم ڪندي موٽي وئي

## بيت

پوءِ اچي پنهوار کي ڪيو آهي قيد عمر
جيئن ٿي ڪيئين جوش مٿون ڏوڻ سر ڏمر
نيئن تهه راتيون تيار مون ڪيون پوريون پر

ساڻ مرد سبحان جي جسو مالڪ هر مظهر
ها ٿي ڪوليان خاص خبر تو ميان مهرين رات ڪان

## بيت- رات پهرين عمر جو سوال

عمر پهرئين رات ڪسي آيو وٽ پنهوار
نه ماتم چڏ هيءَ مارئي تون مرتيون ڪين سنيار
هت راڻي ٿي ره راڄ جي چا ٿئي پنهنجي پار
مرهي ٿيءَ سک سانت ڪر تون نيڻن نير نه هار
اهي ماڻسان مارئي ڪينهن تنهنجا ڪار
ڪڏجي مون سان گهار - سار نه سنگهارن کي
محلا ماڙيون ملڪ ٿئي هو جهنگ وسار
ڪارڻ ملڪ ملير جي مٿي پاڻ م مار

## بيت- جواب مارئي

مرئي کي مٿيان لڳي جتهن ڏنس جلد جواب
ته اسين ڏوٿي ڏٽ جا تون ناڻي دار نواب
الهي تنهنجي آب ڪان ادا اباڻو آب
رف چوندي سانه حق جو توڙي کهي
ڪرين نه ڪباب
پنڌين هن ڏينهن جو هڪڙي ڏينهن حساب
عمر امانت آهيان ڏي رخصت شاه شتاب
لتاڻم ثواب - ٿئي پرائي انگ کي

## رات ٻي سوال عمر

ماروئي کي ٻئي رات جو عمر اٿين چيو
ته جو پڻ توکي مارئي پيڪن ڏانهن پيو
توکي آهي تنهنڪري هتي ڏکھو قيد ڏنيو
رايو تنهنجي روح جو جت سو تن رهيو
وچڻ تنهنجو ويڙ ڏي وچڻ ڪان ويو
هائي ڪر قبول تون قادر جيئن ڪيو
اٿئي اڻ ميو - مون اسان وٽ ڪوجو

## جواب مارئي

اتي مارئي منهن موڙي چيس تون ويسهه ڪين وهاه
آئيچ نه سون اسان کي تون پنهنجين کي نئين پاه
آڪو ڪيئن اهڙيون ڪري هي رليا تنهنجي راه
اتر ننگ ننگي تي هيءَ چوهه ڪرين چالاه
اهڙيون مون اشراف کي تون پوليون ڪين پداه
پونگن سان پيتا پر اهيان آئيا محل اڏاه
مون لئه هت مون جيڏيون تون پنهواريون نسم پناه
ادا لڳ الله جي پيڪن وٽ پچاه
سام جنهين جي سومرا سا تنهنجي توڙ رساه
ستي ڪين ستاه - منج ماڙيچي ماڙ ڏي

## رات ٣ سوال

عمر چيو اڄ رات جو هن ليٽڻ ۾ ٽيندا ٽڻ
ڳڻي ڳرندو هوس مان تهنجي ڏمڻ خاطر ڏڻ
توکي هوندي طعام جي جهوري ڪارڻ جهڻ
ملندءِ ملڪ ماير ڏي هتان ڪو نه ڇڏڻ
هاڻي هي هن ڏيهه جا ويٺي ڏس وڻ ٽڻ
رڃون راوا رڻ – ٿي سکن هوندي سارين

## بيت جواب

مارئي ڪي ماري وڏو اهڙين ڳالهين ڪچ
الٽي هن انصاف جو لڳو منڊ ڪي ڏاڍو مچ
آتائين عمر ڪي ته اوڏو مون نه اچ
اهي زيور پانيان زهر ٿي سون نه پانيان سچ
موتي هيرا مومرا ڪوڙا تنهنجا ڪچ
مان ڏاري ڏيءَ ڏنار جي تون سهئين ماڻ سرچ
هينئر هت چڻ آهيان سمجهان ٿي سچ پچ
هوندم سانگي هچ – مالن سان ملير ۾

## رات ۴ سوال

چيو چوٿينءَ رات جو عمر هيئن اظهار
مڪر زنانو مارئي ڇڏ ٿيءُ ذرت تيار
ڪبيت ڪتيرو ڇا ڳهري آءٌ سومرن جو سردار

مان مالڪ پنهنجي ملڪ جو دانهه دنيادار
ڪرڻ گهرجي ڪينڪي اسان سان انڪار
تنهنجي انهيءَ تيز جو وڏو اٿم ويچار
وڏي وجهي تڪرار - متان اتاهون مارئي
مارئي چيو مهر ڪي تيز نہ ڪر تڪرار
اڄان عمر دور آ اميري اتوار
حاڪم تي وري حق تڪي سو ماڳهن آ مردار
دڙڪن سان نہ ڏيانبا آهيان ڪرارن جو ٻار
رکندم رب جبار - اٿم جنهن تي آسرو

## رات ۵ شوال

عمر پنجين رات جو مارئي وٽ ويو
ظالم سخت ضعيف کي چڙي هيئن چيو
تہ چوندي چار لنگهي ويون وري اڄ پنجين پنڌ پيو
رات سموري روڳ ڪان روڳي ڪدن رهيو
سرپر ڪندي سومري مٿان صبح ٿيو
منهنجي هن مذڪور کي تو ڪهروئي ڪهن ڪيو
هاڻي اڄ نهيو وري ڇهين ڇڏيئہ ڪين ڪي

## بيت جواب

اتي مارئي عمر کي آنو بس منهنجو ٻڌ بيان
هر ڪو هن جهان ۾ هڪ مانجهاندو مهمان

خاڪ حوالي خاڪ جي ويندو نام نشان
بن ٻن دمن واسطي عمر هو ڪيت نہ ڇڏبو خان
درخت سڀ دراز هي ڪيان ڪرڙن تنهون قربان
مڪان مٽيندس ڪين ڪي مسڪينا ٿون مان
منهنجي ڪاڻ ملير ۾ هت هڪ جيڏيون حيران
ديسين لئي "دادن" ڇوي اٿم جيءَ اندر جولان
عمر جي انسان آهين تان آماڻ مون

## رات ٦ سوال

ڇهين جو ڇا ڪيو عمر چام امير
سڀ سڏيائين پانهنجا وڏا وڏ وزير
ڪي مکي ماڻهو شهرجا ڪي مسلمان مشير
ڇتو ڇيائين تن کي تہ ترت ڪيو تدبير
مون هلو مڙئي دانهہ ڏانهن دبير
سيني چيو صاحبا اسين آهيون همت گير
آڻيو عمر اڙد سان آيو وٽ اسير
تہ مفت مرين ٿي مارئي نيٺي هاري نير
ڏکيو ڪم ڏاڍو ڪندي تنهنجي هئي تقصير
مان بہ مڙندس ڪين ڪي هيڻن نہ
جهليندس جهير
ڏنم تنهنجي ڏيهہ ٻي رڳا ڏونرا ها ڏم ڏير

تڙ ڪري تڙڪن تي ويٺيون مڪائن وار
جهونگارن جي جهنگ ۾ پڪرين سان پڪرار
منهنجو تنهن تنوار ماري من مستان ڪيو

## رات ٧ شوال

آيو ستينء رات جو عمر امالڪ
سر سو ستيء سامهون بڪي بهو بڪ
ته مارئي وجهه نه ملڻ ۾ اسان ساڻ اٽڪ
موٽي تنهنجو ملڪ تي پهچڻ نالي پڪ
ڇڏ وساري ويڙ جا لويڙ هاري لڪ
مٽي پائي مٿيون دڙ دڙ هڻ نه ڏڪ
جام اچن تا جڪ - مون کي تنهنجا مارئي
هت اسان وٽ هر شيء حاضر ڪوڙ ائيني ڪير
خوش ٿي مل مون خان سان ڇڏ ابائي اڪير
نه ته مارو منجهه ملير - مارائيندو سانء مارئي

## بيت- جواب

مارئي ڏمي مير ڏي ڪئي هيء گفتار
ته چا مارائيندين تن کي جن جو الله آ آڌار
ساه ڪيم ٿو سومرا هت ڏنارن ڌار
انئي جا ابائن کي هيلهه هتا هر قار
هن مند هت ملير ۾ ڪن ڪڪر ڪارونيار

ڪي اتر ڪي اولهہ ڪي ڏکڻ اوڀر پار
ويجها تجلا وڄ جا پيو گاج ڪري گجگار
جيئن مينهن ماندائان ڪري تيئن سرتيون ڪن مينگار

## بيت جواب

مارئي چيو مير کي چتو چاڙهي چنگ
تہ عمر تنهنجا اڇن ٿا اهي پسند ڪين پلنگ
پيل پنهنوارن سان اٿم ٻال جتيءَ جا ٻنگ
سهڻي ساوڪ ساوڙي سهڻا ن سائين سنگ
نوان مارن مالڙا نوان پٽن رنگ
سنگهارن جي سنگ ـ منهنجو من مستان ڪيو

## رات ۸ سوال

عمر انيءَ رات جو وڏا ڪيا وس
ٻوليائين ٻڪرار ڪي تہ رک تون مونسان رس
آندو هتي آه مون مارئي توکي مس
چوٽي وجائين ويتلي ڇٽن ڏندن جي چس
سومرن جي سردار سان اهڙا ڇڏ آرس
نہ تہ ڏوڻ ڏينديءَ ڏس منهنجا ساري ملڪ کي

## بيت. جواب

مهندا چيو مارئي ترن تڙيا ڪر ترس
ڪانہ ڏني سون ڪاٿهين ههڙي ڪٽ هٽ ڪس

سر سا چاڙه نه سام تي دهانن جا دس
اتم ابائي آب جي طلب گهٽيري تس
ڪيئن وساريان پانهنجا پيڪا سي پارس –
پلپل ياد پون ٿا هو گاهين سندا گس
هيڏيون چوندم جس – جي ست جهليندس سومرا

رات ٩ سوال

عمر پهه پڇائيا وري نسوان نائين رات
ته اج وڃي آڇيانس تو سڀ رنگ جي سوغات
سو هلندو هڪدم آئيو جلد منجهان جذبات
ڏوتيءَ ڏانهن ڏسي ڪري بيهي ڪوليائين بات
ته ڪوڙ خزانا مارئي سون وٽ موجودات
وٽ اسان جي وقت ۾ موجون منجهه محلات
منهنجي هن مذڪور تي ڪا تون ڪر تحقيقات
وار نه پاڙو وات هائو ڪر چڏ هوڏ ڪي

بيت - جواب

سٽيج سنيالج سومرا تون ڏاتر يئي ڪجهه ڏر
ڪامي ڏينهن قيام جي خامي مرندو خر
اهڙن الفاظن سان تون پڏي ماري مر
هوندو هن موسم ۾ تڏو منهنجو ٿر
ٻر چوان ٿي ور ڪي ورندو شال ور

ملوڙن جو ملڪ ۾ ڪنديس هيت نه ڪر
هوشن جو جسمات ۾ غمن ٻڌايو گهر
الفراق اشـد من الموت آجو نـاه انـدر
جي جيري جر - ساه لنهين سازي ڇڏيو

بيت

سر ڏڙ ڦابو ڪوٽ ۾ ساه سنگهارن وٽ
تو سان ڇڙهي ڪٽ مارو ڪيئن مٿائيان

بيت

مارئي ملڪ ملير ڪان پنيو ڪيڏي پار
وهندي واهڙ تي پيا نيڻن منجهان نار
اٿيا پند پيوت ٿيا ويچاريءَ جا وار
سرتيون ۽ سنگهار اڄ پڻ ساريا مارئي

بيت

تر آنو بر آنو، آنو ملڪ ملير
سايون ڦٿيون ساوڙيون ڦٿو ڪبر ڪنديو



سُلطان فقير سولنگي

ڇپائيندڙ:-

ڳوٺ ستار سنگت راڌڻ اسٽيشن

## سُلطان فقير سُولنگي

توفيق آرٽ پرنٽنگ پريس ڪاليج روڊ دادو

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئـي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽِـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيکي بہ ڪٽين، جيکي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪلٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڙ گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)